# منهنجي حياتي، منهنجو نياپو - iv

# ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني



مرتب: ظفر جوڻيجو

لياقت ٿهيم

# منهنجي حياتي، منهنجو نياپو-iv

# ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني

مرتب

ظفر جوڻيجو

لياقت ٿهيم

ٽي آر ڊي پبليڪيشنز

حيدرآباد

ڪتاب جو نالو: منهنجي حياتي منهنجو نياپو- iv ڊاڪٽر اي. ٽي. آريا رتني
مرتب: ظفر جوڻيجو
لياقت ٿهيم
موضوع: جيون ڪٿا
تعداد: هڪ هزار
ڇپائيندڙ: ٽي آر ڊي پبليڪيشنز، حيدرآباد
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: رسول بخش سولنگي
ڪمپوزنگ: پارس ڪمپوزنگ سينٽر گاڏي کاتو حيترآباد
ڇپيندڙ: پارس پرنٽنگ ايجنسي، گاڏي کاتو، حيدرآباد.
قيمت: =/30 روپيه



Muhinji Hayati Muhinjo Niyapo -Dr .A. T. Ariyaratne
[My Life, My Message -Dr A.T.Ariyaratne ]
Compiled& Edited by: Zafar Junejo
Liaquat Thaheem
Edition: First,2002
Copies: 1000
Computer Layout: Rasool Bakhsh Solangi
Composed by: Paras Composers Gadi Khata Hyderabad.
Published by: TRD Publications, Hyderabad.
Printed at: Paras Printing Agency, Hyderabad.
Price: Rs. 30/=

# فهرست

# پهراکر

## ڊاڪٽر آريارتني: هڪ درويش صفت رهنما

گذريل ڏهن سالن ۾ مون کي ڪيترن ئي رهنمائن سان ملاقات جو موقعو مليو. انهن شخصيتن ۾ ڊاڪٽر آريارتني قابل ذڪر آهي. مون کي خوشي آهي تہ منهنجي پراڻي ساٿي ظفر جوڻيجو ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت بابت خيالن جي اظهار جو موقعو فراهم ڪيو.

ڊاڪٽر آريارتني 5 نومبر 1931ع ۾ سريلنڪا ۾ پيدا ٿيو. هن وديو دايا يونيورسٽي سريلنڪا مان گريجوئيشن ڪئي، جڏهن تہ سري جئي وردني يونيورسٽيءَ کيس ڊاڪٽر آف ليٽرز (D.lit) جي ڊگري ڏني.

هن سرووديا تحريڪ جي شروعات 1958ع ۾ ڪولمبو ڪاليج ۾ مقرريءَ دوران ڪئي. هن شاگردن جي هڪ ٽيم ناهي، جنهن تنهن وقت جي هڪ ڳوٺ ۾ سماجي ڀلائي جي ڪمن جي شروعات ڪئي. جنهن وڏي ويجهي هڪ تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي. سرووديا تحريڪ هن وقت سريلنڪا جي سڀ کان وڏي غير سرڪاري تنظيم آهي. سرووديا تحريڪ جو ڳوٺاڻي ترقيءَ وارو پروگرام سريلنڪا جي لڳ ڀڳ 12 هزار ڳوٺن ۾ پکڙجي چڪو آهي. هزارين ماڻهو ان پروگرام سان لاڳاپيل آهن ۽ پنهنجي ڳوٺ جو انتظام پاڻ هلائڻ واري تصور کي اڳتي وڌائي رهيا آهن. سماجي ترقيءَ جي شعبي ۾ سندس خدمتن تي نظر ۾ رکندي کين ميگسيسي ايوارڊ

سميت ڪيترائي قومي ۽ بين الاقوامي اعزاز عطا ڪيا ويا آهن. ڊاڪٽر آريارتني ڪيترن ئي قومي ۽ بين الاقوامي ادارن ۾ شامل آهي. نومبر 1990ع ۾ پارت ڪيس "سريلنڪا جو گانڌي" واروخطاب ڏنو. مون کي گذريل ڪجهه سالن ۾ ڪيترائي ڀيرا ڊاڪٽر آريارتني سان تفصيلي ملاقات جو موقعو مليو. مان سندس سادگي، بردباري، ڪارڪردگي ۽ ليڊرشپ کان گهڻو متاثر ٿيس.

ڊاڪٽر صاحب موجب تنظيم جي شروعاتي 17 سالن ۾ ڪيس ڪابه ڏيهي توڙي پرڏيهي امداد مهيا نه ٿي. ڪيس پنهنجي محنت جي طاقت تي پورو ڀروسو هيو. ڪاڏو، آمدني، رهڻ لاءِ جڳهه اهو سڀ ڪجهه ڪيس عام ماڻهو مهيا ڪندا هئا. هو صحيح معنيٰ ۾ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙيندا هئا. نه صرف سرمائي جي معاملي ۾ پر فيصلا ڪرڻ جي معاملي ۾ به پاڻ تي ڀاڙيندا هئا ۽ اها صلاحيت ڪا عام نٿي هجي.

**سروديا جو مطلب آهي:**

هن پنهنجي تنظيم کي سروديا شرمدانا تحريڪ سريلنڪا چوڻ شروع ڪيو. هڪ اهڙي تحريڪ. جنهن ۾ توهان فرقي، نسل، مذهب ۽ قوم جي فرق کانسواءِ پنهنجن ماڻهن کي وقت، سوچ ۽ طاقت جو تحفو ڏئي کين سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ٿا.

ڊاڪٽر آريارتني سان منهنجي ٻي ملاقات 1995ع ۾ ٿي. هن پنهنجي تحريڪ جي حوالي سان چيو ته سروديا جو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته عوام لاءِ 6 رخن ۾ سجاڳي حاصل ڪئي وڃي: انفرادي شخصيت جي سجاڳي، خاندان جي سجاڳي، ڳوناٺي آبادي جي سجاڳي، شهري آباديءَ جي سجاڳي، ملڪي سجاڳي ۽ دنيا جي سجاڳي.

هن چيو 'سروديا 6 اهم اصولن تي ڪم ڪري ٿي. اسان پنهنجا اصول ماڻهن سان ڳڏجي ڪم دوران تشڪيل ڏنا آهن. مختلف ذريعن کان

سنئا تصور ۽ خيال جمع ڪيا. مثال طور: مهاتما گانڌي، رابندر ناٿ ٽئگور ۽ ٻين شخصيتن کان سکيو ۽ پوءِ پنهنجو ماڊل پاڻ ئي ٺاهيو. بلڪل ائين جيئن بنگلاديش وارا اڄڪلهه پنهنجو ماڊل پاڻ جوڙي رهيا آهن. هو مسلمان آهن ۽ سنهالي نه هجڻ باوجود اسان کان سکيا ۽ هاڻ گذريل ڪجهه سالن کان مثالي ڪم ڪري رهيا آهن. هنن اسان جي نظام کي اسلامي فلسفي ۾ ضم ڪري ڇڏيو آهي. نيپال ۽ پاڪستان ۾ به ان کي قبول ڪيو پيو وڃي. اهي سڀ هتي تربيت حاصل ڪندا آهن.'

منهنجي اسرار تي ته سروودیا ايڪويهين صديءَ ۾ ڪيئن داخل ٿيندي، هن وضاحت ڪئي ته ان جو انحصار مختلف جزن ۽ عمل تي آهي. 'پهريان اسان عام رجحان ڏسندا آهيون. جيئن ته اها ڳالهه چٽي آهي ته ماڻهن جو اعتماد موجوهد معاشي ۽ سياسي نظام تان ختم ٿي ويندو ڇاڪاڻ ته اسان جا، هندستان جا، توڙي پاڪستان ۽ بنگلاديش جا مسئلا ايندڙ 5 سالن ۾ حل ٿي نه سگهندا. نتيجي ۾ ماڻهن کي موجود نظام بيڪار نظر ايندا. جيڪڏهن ماڻهن کي تنظيم مهيا ڪئي وڃي ته اهي مختلف انداز ۾ سوچڻ لڳندا آهن. ٻيو رجحان اهو آهي ته ڳوٺاڻي عوام کي ٽيڪنالوجي تائين ڪا به پهچ ڪونهي. ٽيون رجحان اهو آهي ته روحانيت کي پوئتي ڌڪيو ويندو. اڳ ئي ان کي ڪجهه رسمن ۽ نيت تائين محدود ڪيو ويو آهي ۽ مذهبي عقيدن کي، جيڪي روحانيت کي وجود ۾ آڻن ٿا بلڪل اهميت نٿي ڏني وڃي.

انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ سان هيءَ ڳالهه سامهون اچي ٿي ته ايڪويهين صديءَ ۾ موجود معاشي نظام جواب ڏئي ڇڏيندو. موجوده معاشي نظام جو بنياد ڪمپيوٽر جا انگ اکر آهن، جنهن ڪري وڏي پئماني تي ڪمپيوٽر جون چوريون ٿينديون، جيڪي دولت تي منحصر اسان جي معاشي نظام کي تباهه ڪري ڇڏينديون. اهي سڀ ڳالهيون ان ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿيون ته (مستقبل ۾) سموريون معاشي سرگرميون ڳوٺن ۾

تينديون. جڏهن توهان انهن رجحانن جي روشنيءَ ۾ ايڪيهين صديءَ کي ڏسو ٿا تہ مون کي ائين محسوس ٿئي ٿو تہ سروديا جي ڪوشش جو طريقو وڌيڪ مقبوليت ۽ پسند اختيار ڪندا.

’سروديا پنهنجي ڳوٺن ۾ پاڻ پاڙڻ، واري واڌ ويجهہ لاءِ هن طريقي ڪار تي عمل ڪري رهي آهي. پهرين اها نفسياتي ڍانچي جا بنياد رکي ٿي، تنهن ڪانپوءِ سماجي ڍانچي جا ان ڪان پوءِ تنظيم ۽ تنظيم جو قانوني جواز ۽ بعد ۾ سرمائي جي تربيت، اهي سموريون ڪارروايون ماڻهن کي سمايو سنڀالڻ سيکاري ڇڏين ٿيون. اسان جا ڪجهہ ڳوٺ اهڙا آهن، جيڪي مسئلن کي پنهنجي طريقي سان سنڀالي سگهن ٿا. ڪي ڳوٺ ڪي ضروري ٽيڪنالوجي اختيار ڪري رهيا آهن. ڳوناڻي سطح تي جتي اهي مثبت شيون نظر اچي رهيون آهن اتي وري ڪجهہ منفي شيون قومي سطح تي ابري رهيون آهن.‘

اسان جي گفتگو دوران هڪ جڳهہ تي هن واضح ڪيو تہ غير سرڪاري تنظيمن کي ان سياست ۾ جيڪا اقتدار جي حصول يا ڪنهن کي اقتدار حاصل ڪرائڻ ۾ مدد ڏيڻ جو نالو آهي، تنهن ۾ حصو وٺڻ نہ گهرجي. شراڪت جي سياست جو مطلب آهي جتي انساني حقن جي پامالي ٿي رهي هجي، اتي غير سرڪاري تنظيمن کي خطرا ورائي ٿا وڃن جن سان ويڙهہ ڪرڻ گهرجي اهو عمل اهڙي طريقي سان نہ ڪرڻ گهرجي جو اهي حڪومت مخالف يا مخالف ڌر جا حامي نظر اچڻ لڳن ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ مشڪل عمل جو رستو آهي. غير سرڪاري تنظيمن کي پنهنجي عمل جي طريقي ۾ اڻ ڏريو رهڻو پوندو.

**هن سروديا جي ڪاميابيءَ کي هنن پنجن اصولن جو نتيجو ڄاڻايو**

- حڪومت طرفان پريشان ڪرڻ واري عمل کي سؤ سيڪڙو برداشت ڪرڻ
- جڏهن تحمل مان ڪم نہ هلي تہ بي خوفيءَ سان ٻاهر نڪري ماڻهن کي

ڀڃائڻ ته اسان کي پريشان ڪيو پيو وڃي
● بعد ۾ مقدمو هلائڻ ، جيڪڏهن عدالتون آزاد آهن ته اسان حڪومت خلاف دعويٰ داخل ڪيون ٿا.

ڊاڪٽر آريارتني حڪومت ۽ سول سوسائٽي وچ ۾ مثبت رابطن جي واڌ ويجهه کي هيئن رکي ٿو. اهي ماڻهو جيڪي حڪومت ڪن ٿا غرور ۽ اقتدار جي حوس ۾ مبتلا ٿيو وڃن اهي ساڻن جوڙ نٿا رکي سگهن. هن جو چوڻ آهي ته هو انڪسار مزاج ماڻهو آهن ۽ وڙهڻ نٿا چاهن، جنهن جا ڪجهه سبب آهي. منهنجي معاملي ۾ ئي ڏسو، هو چئي ٿو، ”مان جيڪو ڪجهه ڪندو آهيان ان کان اڳ غور ڪندو آهيان ته ان سان تنظيم جي ماڻهن تي ڪهڙو اثر پوندو. ڇاڪاڻ ته مان هڪ تنظيم سان تعلق رکان ٿو تنهنڪري احتياط سان ڪم ڪندو آهيان ۽ حڪومت سان جهيڙو ڪرڻ کان بچڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان. اجا تائين ڪنهن به مون تي تنقيد ناهي ڪئي.“ اهوئي هُن جي مسلسل ڪاميابيءَ جو راز آهي.

مان ڊاڪٽر آريارتني جي ان ڳالهه سان متفق آهيان ته غير سرڪاري تنظيم جو ڪم صبر طلب آهي. گانڌيءَ چيو هيو ته اسان جهڙن ماڻهن کي پنجن مرحلن مان گذرڻو پوندو آهي. پهرين مرحلي ۾ دوست ۽ عزيز توهان جي سٺي ڪم کي بي ڌياني سان ڏسندا آهن. ٻئي مرحلي ۾ توهان تي چٿر ۽ مذاق ڪندا ۽ پوءِ پوڳن ۾ ڪو پيو ڪم ڪرڻ جو مشورو ڏيندا. ٽئين مرحلي ۾ بدسلوڪي جو مظاهرو ڪندي توهان جي تذليل ڪندا آهن ته توهان ماڻهن جي پئسي سان ڪيڏي رهيا آهيو. چوٿون مرحلي توهان کي جسماني تڪليف پهچائڻ جو آهي؛ جنهن مان توهان کي گذرڻو پوندو ۽ آخري مرحلو آهي اهو، جنهن ۾ ماڻهو توهان جي سٺي ڪم جي ڪري توهان جي عزت ڪرڻ شروع ڪندا. اسان هميشه استقامت جو مظاهرو ڪيو آهي.‘ هي ڳالهه اسان لاءِ مشعل راهه آهي، ڇاڪاڻ ته پاڪستان واسي اهڙين تنقيدن

سبب جلد ئي پريشان ٿي وڃن ٿا.

مان چوندس تہ اسان جو سڀ کان وڏو سرمايو انسان جو جنم وٺڻ آهي. مطلب تہ اسان وٽ سوچڻ لاءِ ذهن ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ جسم آهي. ٻهريون ڪم هي آهي تہ اسان کي پنهنجي آس پاس ڏسڻ گهرجي تہ ڪهڙا ڪم آهن جيڪي اسان پنهنجي مدد پاڻ تحت ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن اسان ائين ڪرڻ جي قابل ٿي وڃون ٿا تہ ڪابہ غريب آبادي گڏجي سڏجي بهترين ڪم ڪري سگهي ٿي ۽ درست معنيٰ ۾ پنهنجي پيرن تي بيهي سگهي ٿي. جيڪڏهن پاڪستان جي عام ماڻهن ۾ جذبو ۽ بصيرت آهي تہ هو اهو ڪم ڪري سگهن ٿا. اتانهين پنهنجي ڪم جي شروعات ڪيو ۽ ڪنهن جو بہ انتظار نہ ڪيو. ڊاڪٽر آريارتني موجب 17 سالن تائين اسان تنظيم کي بنا ڪنهن بئنڪ اڪائونٽ جي هلايو، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ اڪائونٽ کولڻ لاءِ پئسا نہ هئا. اڄ اسان لکين روپين جا منصوبا هلائي رهيا آهيون ۽ جيڪڏهن ان تحريڪ کي روڪڻ چاهيون تہ بہ نٿا روڪي سگهون.

تہ ساٿيو اهي هڪ درويش منش، بين الاقوامي رهنما جا تجربا آهن. اٿٽڪ جدوجهد ۽ تنظيم ڊاڪٽر آريارتني جو پيغام آهي، جيڪو اسان جي لاءِ خاص طور سماجي تبديلي جي خواهش رکندڙ ڪارڪنن لاءِ پلصراط آهي.

قدير بيگ

ڊپٽي ڊائريڪٽر

اين جي او آر سي

## نوٽ

عام طرح پوئتي پيل سماجن جي اها ريت رهي آهي تہ هو پنهنجي پر پاسي کان سکڻ بجاءِ اوپرن سماجن کان پرائڻ چاهيندا آهن، پوءِ پلي انهن پنهي سماجن جي مادي، روحاني ۽ ثقافتي تجربن ۾ ڏينهن ۽ رات جو فرق هجي. اهڙو رويو هتي بہ موجود رهيو آهي. حالانڪ، انهن تجربن مان سکڻ لاءِ ڪيتريون ئي شعوري ۽ تنظيمون ڪوششون ڪيون ويون آهن، انهن ڪوشش جي نتيجي ۾ 'ٽيڪنالاجي منتقل' ڪرڻ جهڙا قدم بہ کنيا ويا، پر جيئن سوچيو ويو هو، نتيجا ائين نہ نڪتا.

انهيءَ 'تجربي' کي بنياد بنائي، اسان اهو سوچيو تہ ڇو نہ اسين ننڍي کنڊ جي تجربن خاص طور سماجي ترقيءَ جي ميدان ۾ حاصل ڪيل نتيجن مان سکون. انهيءَ سوچ تي عمل ڪرڻ لاءِ جڏهن ننڍي کنڊ تي نظر وڌي سين تہ پونءَ دان تحريڪ، سيوا، گرامين بئنڪ، بريڪ، او پي پي ۽ سرووديا شرمدانا تحريڪ جا مثالي ڪم نظر آيا. انهن سڀني تحريڪن ۽ تنظيمن جي تجربي مان سکڻ جي ضرورت آهي، پر سري لنڪا جي سرووديا شرمدانا تحريڪ جو ڪم سنڌ جي مزاج، ثقافتي مظهرن ۽ روحاني ذارئن جي وڌيڪ ويجهو نظر آيو. شايد انهيءَ جو سبب سنڌ جي تحت الشعور ۾ وينل ٻوڌي تعليم ۽ پُرامن بقاءِ باهم واري لاڙي ۾ آهي. انهيءَ ڳانڍاپي کي رسمي شڪل ڏيڻ لاءِ 2000ع ۾ سرووديا شرمدانا تحريڪ ۽ ٽرسٽ فار رورل ڊولپمينٽ هڪ رضا نامو صحيح ڪيو جنهن تحت ٻنهي ادارن کي هڪ ٻئي جي تجربن مان پرائڻو آهي. جڏهن سرووديا شرمدانا تحريڪ جي وڌيڪ

ويجهو آياسين، تہ انهن جي هر عمل مان سنهالي ڪلچر، تعليم ۽ عدم - تشدد نظر اچڻ لڳو ۽ اِهو رنگ سرو ديا تحريڪ جي تنظيمي ڍانچي ۽ ڪلچر ۾ بہ موجود هُيو، جنهن جو هڪ وڏو سبب ڊاڪٽر اي. ٽي آريا رتني جي شخصيت آهي. هونءَ ڪنهن بہ تنظيم ۽ تحريڪ جو ڪلچر، اِنهيءَ تنظيم جي تحريڪ جي اڳواڻ جي پنهنجي شخصيت جو منظم اظهار هوندو آهي. انهيءَ ڪري ئي سماجي ترقي جي ادب ۾ چيو ويندو آهي تہ جيڪڏهن توهان ڪنهن تنظيم يا ڪنهن تحريڪ جي مزاج ۾ ڪلچر کي سمجهڻ چاهيو ٿا تہ اِنهيءَ تحريڪ جي اڳواڻ جي زندگيءَ جو مطالعو ڪيو. سڄي تنظيم توهان اڳيان پنهنجن ناڪامين، ناڪامياين، سُنن ۽ خراب تجربن سان گڏ نروار ٿي بيهندي. اِنهيءَ ڪري ئي اسان سروودیا کي سمجهڻ لاءِ 'منهنجي حياتي، منهنجو نياپو' جي سري تحت ڊاڪٽر اي ٽي آريا رتني جي زندگيءَ تي ڪتاب آڻي رهيا آهيون. هي ڪتاب اهڙن فردن لاءِ ڪارائتو آهي، جيڪي روحاني طرح آسودا آهن، تبديلي ۾ يقين رکن ٿا ۽ چي گويرا جي بقول پاڻ تي اِهو اعتماد اٿن تہ پنهنجو پاڻ کي ۽ ٻين کي تبديل ڪري ۽ سُڌاري سگهجي ٿو.

آخري ۾ ٽي آر ڊي ٽيم جا ٿورا، جن هِن ڪتاب کي ممڪن بنايو.

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر ٽي آر ڊي
حيدرآباد

20 نومبر2002ع
حيدرآباد

# منهنجي حياتي

## منهنجو ننڍپڻ

منهنجو جنم 5 نومبر 1931 ۾، صبح جو ڇهه لڳي ستاويهن منٽن تي ضلعي گالي جي ڳوٺ ’انوتونا‘ ۾ ٿيو. اڄان به هيئن ڪٿي چئجي ته منهنجي جنم جو هنڌ ڪولمبو کان 76 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي، ڇوته مفاصلو ڏسيندڙ پٿر [Mile Stone] منهنجي گهر جي بلڪل ويجهو لڳل آهي. ’انوتونا‘ هڪ خوبصورت علائقو آهي، جتان سرسبز پهاڙين تي چڙهي ’پيلي گودا چئتيا لنڪارا‘ جي زيارت ڪري سگهجي ٿي. اِنهي جي ڪري اسان جو گهر ’مندر جي هيٺان وارو گهر‘ جي نالي سان به مشهور هو.

مون کي پنهنجي ماءُ روزبلنا هئيمي ٻڌائيندي هئي ته ٻاروتڻ ۾ مان ڏاڍو ڪمزور هوس. انڪري هوءَ مون کي شهنشاهه ناريل جي ڳر سان مالش ڪندي هئي، ڇو ته سري لنڪا ۾ اِهو عام ويساهه آهي ته شهنشاهه ناريل سان مالش ڪرڻ سان ٻارن جو هڏ مضبوط ٿئي ٿو ۽ منجهن تڪڙي جسماني واڌ اچي ٿي. امان مون کي ٻڌائيندي هئي ته مان ايڏو ڪمزور ۽ نبل هوس جو ڇئن سالن جي عمر تائين مون کي گرم پاڻي سان وهنجاريو ويندو هو. اِنهن ڏينهن جي هڪ واقعي جو ذڪر ڪندي امان ٻڌايو ته هڪ لڳان مونکي ايڏو ته تيز بخار ٿيو جو هو مونکي چرين وانگر ڊوڙندي ڊاڪٽر ايسوريا وٽ کڻي وئي. امان، تنهن وقت ڏاڍو رني پئي، ۽ مون کيس ڀاڪر پائي چيو هو ’ امان، تون نه روءُ.‘

* سنهالي ٻولي ۾ ناريل جي انهي قسم کي ”تمبيلي“ ۽ انگريزي ۾ ’ڪنگ ڪوڪونٽ‘ چوندا آهن.

جڏهن منهنجي عمر ٽي سال ٿي ته مونکي، منهنجي ڀيڻ سان گڏ پڙهڻ لاءِ ٻوڌي اسڪول موڪليو ويو، جتي ٻڌمت جي بنيادي تعليم سان گڏ عام مروج نصاب به پڙهايو ويندو هو. ٻوڌي اسڪول جي استاد، منهنجي ننڍي عمر جي ڪري، مونکي اِسڪول ۾ داخل ته نه ڪيو، پر مونکي اسڪول اچڻ جي اجازت ضرور ڏنائين.

مان اسڪول کان واپس اچي مندر ويندو هوس، مندر جو مک، اي سمانا جو ٿي نائڪي ٿيرو، هوندو هو، جيڪو ٻوڌي علم ۾ پنهنجي ڄاڻ جي ڪري سموري ڏکڻ سري لنڪا ۾ مشهور هو. امان مون کي ٻڌايو ته منهنجي نالي ۾ 'ٿيوڊور' جو اضافو انهي شخص ئي ڪيو هو. اِنهي ٻاجهاري ماڻهو مون کي سنهالي ٻولي جا ڀهريان ڀهريان اکر سيکاريا. مون کي اڄ به ياد آهي ته ڪيئن نه هو مون کي پنهنجي پرسان ويهاري آڪاٽيون ٻڌائيندو هو ۽ جڏهن آڪاڻي ختم ٿيندي هئي ته پوءِ انگورن جي ڇڳي مان سنا سنا انگور ڪڍي مونکي ڏيندو هو. هڪ ڏينهن، ائين منهنجو هي مهربان استاد مونکي انگور ڪارائي مندر کان ٻاهر نڪتو ته مٿان بابا اچي ويو. مون کي انگور کائيندي ڏسي بابا سمجهيو ته مان مندر کي مذهبي طور ملنڊڙ ميوو، چوري ڪري پيو کانوان انڪري خار مان چوڻ لڳو، 'توکي شرم نٿو اچي جو مندر جون شيون پيو کائين' ۽ مون کي به ٽي چماٽون وهائي ڪڍيائين. بابا جو تيز آواز ٻڌي، منهنجو استاد پير واري ڪمري مان تڪڙو تڪڙو آيو ۽ پنهنجي چوغي سان منهنجا ڳوڙها اگهندي بابا کي تنبيهه واري لهجي ۾ چيائين، 'هِن کي هي انگور مون ڏنا آهن، هِن چوري نه ڪيا آهن'.

بابا سان اسان جو واسطو گهٽ ئي پوندو هو ڇوته ڪيس واپار سانگي اُتر سريلنڪا ڏانهن وڃڻو پوندو هو، ۽ هو گهر ۾ گهٽ ئي رهندو هو، تنهن ڪري ساڻس ملندي اسان کي هِڪ قسم جي لڄ ٿيندي هئي، ۽ انهي انگورن واري واقعي کان پوءِ مان ڄاڻي ٻجهي ساڻس ملڻ کان لنوائيندو

هوس. جڏهن بابا گهر ۾ هوندو هو ته مان مندر هليو ويندو هوس ۽ جي هو مندر ويندو هو ته مان چپ چاپ گهر جو رخ ڪندو هوس. هي واقعو مونکي سڄي عمر ياد رهيو ۽ اِنهي واقعي کان پوءِ مون مندر ۾ ڪڏهن شيءِ نه ڪاڌي، پوءِ چونه ڪٿي اُهي 'ڪروميا- نئون ناريل' چونه هجي، جيڪو مذهبي ڏڻ دوران مندر ۾ ورهايو ويندو هو.

منهنجي نندپڻ جو هِڪ ٻيو واقعو منهنجي ڏاڏيءَ جي وفات آهي. هوءَ هِڪ باوقار خاتون هئي. هوءَ ايڏي ته فراخ دِل خاتون هئي جو ٻوڏي راهبن کي به 'منهنجا ٻار' ڪري سڏيندي هئي، ۽ سندس موت منهنجي زندگي ۾ موت بابت پهريون مشاهدو هو. مون کي ياد آهي ته بابا ڏاڏيءَ جي وفات تي ڏاڍو رُنو هو، ۽ ٻاڏائيندي چيو هئائين ته سندس ماءُ جو ٻيو جنم سندس ڌيءُ طور ٿئي. ادي آمرا جو جنم ڏاڏي جي وفات کان پوءِ ٿيو، ۽ بابا جو خيال هو ته آمرا، ڏاڏيءَ جو ٻيو جنم آهي، جنهن ڪري هو ادِي آمرا جو ڏاڍو خيال رکندو هو.

## منهنجي تربيت

مون جيڪي ڪجهه سکيو آهي اُهو اسڪول، مندر ۽ ڳوٺ ۾ سکيو آهي. مندر جو ٻوڏي راهب پنڊت 'ديني پتائي چندا جوتي'، لفظن جو اُچار ۽ جملن جي بيهڪ اسان کي ڏاڍي ٻاجهاري انداز ۾ بار بار ورجائي سيکاريندو هو. سيکارڻ جو اِهو طريقو مون کان اڄ به نه وِسري سگهيو آهي. جڏهن مان اسڪول ۽ مندر کان فارغ هوندو هوس، ته پوءِ 'جيمس آيا' ۽ ايڊمنڊ سان گڏجي 'پويا ڏينهن' [ چوڏهين رات] لاءِ چندو ڪندا هئاسين. چوڏينهن رات مذهبي ڏينهن آهي جنهن ۾ هر ماڻهو شرڪت ڪندو هو. اِنهن مذهبي گڏجاڻين ۾ اخلاقي تربيت جو موقعو ملندو هو. اهڙن ڏينهن تي اسان هِڪ جيڏا ڪيتريون ئي رانديون ڪندا هئاسين، جيڪي هاڻ ختم ٿي

چڪيون آهن. مان راندين ۾ ايترو تہ محو هوندو هوس جو گهر دير سان موٽندو هوس، پوءِ ماءُ جي دپ کان پڦين کي چوندو هوس تہ مونکي وهنجاري، ڪپڙا مٽائي، ننڊ ڪرايو تہ جيئن امان جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي مان ننڊ پيل هجان. انهي عرصي ۾ پنهنجن پڦاٽن سان گڏجي مون ڪيترون ئي بارائيون حرڪتون ڪيون، جنهن مان هڪڙي حرڪت اِها هئي تہ اسان وڻ ۾ لِڪي، انب جون ڪکڙيون ڪٽي ويهندا هئاسين ۽ واٽهڙن کي چُٽيندا هئاسين. هِڪ دفعي هِڪ بوڍي راهب اچي اتان لانگهائو ٿيو ۽ مون سندس نوڙهہ تي انب جي ککڙي وهائي ڪڍي. هو ويچارو اِنهي اوچتي ڌڪ لڳڻ تي پريشان ٿيو ۽ مٽي کي کنهندو تيز قدم کڻندو اڳتي روانو ٿيو. اهڙين ئي ڪجهہ بين ڳالهين جي ڪري، منهنجا والدين مون لاءِ واقعي پريشان ٿي پيا، ۽ امان بابا کي چيو تہ، هنکي پاڻ سان گڏ اتر سِري لنڪا وٺي وڃ، تہ من تنهنجي نظرداري هيٺ سڌري پوي. امان اصل ڳالهہ لڪائڻ لاءِ ياڙي وارن کي چيو تہ ’منهنجي پٽ جي طبيعت نيڪ نٿي رهي، انڪري ڪيس بيءُ سان گڏ اتر سري لنڪا موڪليان پئي.‘

مان بابا سان گڏ اتر سري لنڪا هليو آيس، جتي مون لاءِ سڀ ڪجهہ نئون هو. هي تاملن جو علائقو هو، ۽ مون کي نہ سندن بولي سمجهہ ۾ پئي آئي ۽ نہ ئي سندن رسمون ۽ طور طريقا. مون کي پنهنجو ڳوٺ، ماءُ، پڦيون، ياءُ، ڀينر ۽ ڳوٺ وارو مندر ۽ سامونڊي ڪنارو ياد اچڻ لڳا. اها تانگهہ وڃي تڏهن گهٽ ٿي جڏهن بابا مون کي ميٿڊي ڪينڊي اسڪول جي ڪلاس چوٿين ۾ داخلا وٺي ڏني. مان انهي اِسڪول ۾ ڏکڻ سري لنڪا کان آيل واحد چوڪرو هوس. ڪلاس ۾ ويهڻ وقت مون کي ائين لڳو تہ هِت منهنجو گذارو نہ ٿيندو. پر پهرئين ئي ڏينهن تي مون ڪلاس ۾ ڪجهہ دوست ناهي ورتا. اسڪول ۾ هر مضمون ۽ هر ڪلاس لاءِ ڌار استاد مقرر نہ ٿيل هئا پر هڪڙو ئي استاد ٻہ ٻہ ڪلاس ۽ مضمون پڙهائيندو هو. درس

تدريس جي اِنهي طريقي ۾ استاد ۽ شاگرد وچ ۾ گهرو ذاتي ڳانڍاپو هوندو هو. جيڪو هِن وقت جي تعليمي سرشتي ۾ نہ آهي. انهي اسڪول ۾ ئي مون اداڪاري، صداڪاري ۽ ڪلاسيڪل ڊانس سکي ۽ ڊرامن ۾ حصو ورتو. هي منهنجي زندگي جو بي بها تجربو هو، جتي استاد ۽ شاگرد گڏجي مشقون ڪندي سکندا ۽ سيکاريندا هئا. اسان اِنهي اسڪول جا استاد ۽ شاگرد گڏجي پر وارن ڳوٺن ۾ ويندا هئاسين جتي اسان ڳوٺاڻن کي ڀاڄيون پوکڻ ۽ کوهہ کوٽڻ ۾ مدد ڪندا هئاسين.

اسان جو اسڪول مندر جي هال ۾ هوندو هو. مندر کي ڪجهہ زرعي زمين هوندي هئي، جتي چانهہ پوکي ويندي هئي. مندر جو راهب، چانهہ جون پتيون چونڊرائي مونکي تورڻ لاءِ چوندو هو. تور ۽ وڪرو ڪرڻ کان پوءِ جيڪا قيمت ٿيندي هئي، انهي جا نوٽ پاڻ ڪٽندو هو ۽ کُليا سِڪا مونکي ڏيندو هو. انهي راهب اڳتي هلي رهبانيت ڇڏي ڏني ۽ ٻيو ڪاروباري ڪم وڃي شروع ڪيائين. اِنهي اسڪول جو هِڪ ٻيو راهب ’ويجي رائپال‘ انگريزي ڄاڻندو هو ۽ هو مون کي انگريزي سيکاريندو هو، جڏهن اسان ڳوٺن ۾ ويندا هئاسين تہ انگريزي ٻولي ۾ مونکي ننڍڙيون آکاڻيون ٻڌائيندو هو. انهي راهب جي صحبت ۾ ئي مون سنهالي شاعري سکي، ۽ اُهو راهب بہ اڳتي هلي، رهبانيت ڇڏي دنيا داريءَ وارو ڪم ڪار ڪرڻ لڳو. ميڊي ڪينڊي اسڪول ۾ ئي منهنجي طبيعت پڙهڻ لکڻ ڏانهن راغب ٿي. مان اِهو بہ سکيس تہ پڙهڻ جو مزو ڪيئن ونبو آهي. انهي عرصي ۾ مون ڪلاسيڪل سنهالي ادب پڙهيو. جنهن جو فائدو مون کي هِن وقت تائين پهچي رهيو آهي. منهنجو خيال آهي تہ اِنهي پس منظر مون کي ڳوٺائي ترقياتي ڪم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. پوءِ اڳتي هلي مون پنهنجي شخصي ڪردار کي عوام لاءِ تيار ڪيو. مان تہ اينرو بہ چوندو هوس تہ جيڪو ماڻهو پنهنجي ڪلچر بابت نٿو ڄاڻي، اهو پنهنجي ئي ملڪ ۾ اوپرو آهي.

اِنهي عرصي ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي چڪي هئي. اسان جو ڪٽنب 'انا تونا'، کان ميدي ڪينديءَ لڏي آيو. مان ستين ڪلاس ۾ هئس پر مون کي پنهنجي ڀيڻ سان گڏ انهن ڪلاس ۾ ويهاريو ويو. اِنهي ڪري منهنجي ۽ ادي آمرا وچ ۾ تعليمي چٽاڀيٽي شروع ٿي وئي. جڏهن امتحان ويجها آيا تہ مان جلدي ننڊ اچڻ جو بهانو ڪري وڃي سمهندو هوس، پر هنڌ ۾ جاڳندو رهندو هوس. جڏهن ڏسندو هوس تہ سڀئي سمهي رهيا آهن تہ چوري چوري هنڌ مان اٿي پڙهندو هوس. جڏهن جونيئر سرٽيفڪيٽ امتحان جو نتيجو نڪتو تہ مان تہ پاس ٿي ويس پر منهنجي ڀيڻ ناپاس ٿي پئي. بابا کي شڪ پيو تہ ڪٿي مارڪن جوڙ ڪرڻ ۾ غلطي تہ نہ ٿي آهي، پوءِ جلدي ۾ سندس مارڪون وري جوڙ ڪرايون تہ خبر پئي تہ هوءَ بہ پاس ٿي آهي. مان بابا سان وڏا انگل ڪندو هوس هڪ ڏينهن مون بابا کي چيو تہ مونکي پڙهڻ لاءِ ڌار ڪمرو کپي، چو تہ مان هڪڙي ئي ڪمري ۾ نٿو پڙهي سگهان. منهنجي اِها ڳالهہ ٻڌي بابا مون کي ڌار پڙهڻ لاءِ ڪمرو ٺهرائي ڏنو.

منهنجو ٻيءُ هڪ واپاري سان گڏ پڪو ٻوڏي بہ هو. انڪري سندس لاءِ مشڪل هوندو هو تہ غلط بياني ڪري پئسا ڪمائي. ٻي مهاڀاري لڙائي جي ڪري، کاڌ خوراڪ جي شين جو کوٽ ٿي وئي هئي. شاهوڪار ۽ سيٺيون وڏي منافعي جي لالچ ۾ ذخيرا اندوزي ڪري رهيا. سرڪار کاڌ خوراڪ جون شيون راشن تي ڏيڻ لاءِ منصوبہ بندي ڪري رهي هئي. منهنجي ٻيءُ جي دُڪان ۾ کاڌ خوراڪ جون ڪيترين ئي شيون جهڙوڪ: چانور، اٽو، کنڊ، دال، ڪٽڪ ۽ ٻيون اهڙيون ڪيئي شيون موجود هيون. هڪ ڏينهن 'بلينگ گودام'، کان هڪ تامل يا شايد مسلمان واپاري آيو ۽ گودام ۾ پيل شيون خريدڻ جو ارادو ڏيکاريائين مان اُنهي واپاري سان گڏجي گودامن ۾ ويس ۽ اسان هر شيءِ کي ڳڻيو. جڏهن اسان اهو ڪم ڪري واپس بابا وٽ آياسين تہ انهي واپاري هر شيءِ جي اصل قيمت کان ٻيٽي

قيمت تي خريد ڪرڻ جي آچ ڪئي. چوته انهي لالچي واپاري کي خبر هئي ته راشن لاڳو ٿيڻ ڪانپوءِ ذخيره اندوزي ڪري ججهو نفعو ڪمائي سگهجي ٿو. اهو واپاري بابا کي منٿون ميڙون ڪندو رهيو ته سوٽي رقم وٺو ۽ شيون ڏيڻ جي پڪ ڪيو. بابا کيس خاموشي سان ٻڌندو رهيو ۽ نيٺ کيس چيائين ته جنهن وقت تون مون سان مليو هئين انهي وقت ئي مون فيصلو ڪيو هو ته پنهنجون شيون توکي نه وڪڻندس مون اِهي شيون ڳٽڻ ۽ گودامن کي ڏسڻ جو ڪم انهي ڪري ڪيو ته جيئن مان پنهنجي پٽ کي اِها ڳالهه سمجهائي سگهان ته سندس ٻيءَ جيڪا روزي گهر ۾ آئي ٿو ۽ جيڪي ڪپڙا هو پائن ٿا سي بي ايماني ۽ غير اخلاقي طريقن سان حاصل ٿيل ناهن. مان چاهيندس ته منهنجو اولاد غريبن کي ڦري لڪاپتي ٿيڻ بجاءِ ڀلي فقير بنجي گهٽين ۾ فقر پنن. منهنجي ٻيءُ جا اُهي لفظ ٻڌي اُهو واپاري ڪاوڙ مان اٿيو ۽ کيس چيائين تون ته، 'يار عجيب ماڻهو آهين' ۽ اٿين چوندو هليو ويو.

انهي رات بابا اسان سيني ٻارن کي سمجهايو ته صحيح طريقي سان گذارڻ جا وسيلا ڪيئن حاصل ڪبا آهن ۽ غلط ذريعن سان حاصل ڪيل دولت جا ڪهڙا نتيجا نڪري سگهن ٿا.

ٻئي ڏينهن بابا مون کي ساڻ ڪري 'رتن پور' ڪچهري وٺي ويو جتي اسان گورنمينٽ ايجنٽ سان ملياسين، جيڪو انهي وقت اسسٽنٽ فوڊ ڪمشنر به هو. بابا کيس گودام ۾ پيل شين جي فهرست ڏيندي چيو ته مان جنس جو واپاري آهيان. هي شيون مون وٽ موجود آهن. توهان ڪنهن به وقت مروج قيمت تي خريد ڪري سگهو ٿا. جڏهن بابا ڳالهائي بس ڪيو ته گورنمينٽ ايجنٽ کيس عجب مان ڏسندو رهيو، جڻ ته کيس يقين ئي نه پئي آيو. جڏهن اِها خبر پارليامينٽ ۽ اسسٽنٽ ڪائونسل جي انسپيڪٽر 'سر فرانسسي موليميور' کي پئي ته هو سڌو اسان جي گهر آيو. سندس خيال هو ته بابا جو هي عمل سندس جذباتيت تي ٻڌل آهي پر بابا سان ملي کيس

پنهنجو هي خيال ڪيس تبديل ڪرڻو پيو. 'سر فرانسس موليمور' خوش ٿي بابا کي سرڪاري عمارتن جي تعميراتي ڪمن جا ٺيڪا ڪٽڻ جي آڇ ڪئي، جيڪا بابا قبول ڪئي. اهڙي طرح بابا ٺيڪيدار ٿيو.

جڏهن مون ٻڌو ته منهنجي پيءُ، جيڪا جونيئر سيڪنڊري سرٽيفڪيٽ ۾ ناپاس ٿي هئي. انهي کي بابا وارا ڪولمبو ۾ واقع 'آنندا باليڪا ودياﻻ' ۾ داخل ڪرائي رهيا آهن. جتي ڪيس انگريزي ٻولي به پڙهائي ويندي. اِهو ٻڌي مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو. مونکي وڏي ناانصافي جو احساس ٿيو. ڇوته مان ڪٽنب ۾ سڀ کان وڏو مرد ٻار هوس. اِنهي ڪري هر موقعو ۽ هر ترجيح به ڀريان مونکي ئي ملڻ گهرجي. انهي ڳالهه کي ايترو ته محسوس ڪيم جو دل ۾ پڪو پهه ڪيم ته هرحال ۾ سينئر اسڪول سرٽيفڪيٽ انگريزي ۾ ئي ڏبو ۽ پاس به ڪبو، اهڙي طرح سان هاڻي هر وقت بوناوستا، اسڪول بابت سوچڻ لڳس. بوناوستا اسڪول جو مڪمل نالو بوناوستا بوائز انگريزي اسڪول هو. مون ميڊي ڪينڊيءَ وجي اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفڪيٽ ورتو ۽ اهڙي طرح مونکي بوناوستا بوائز اسڪول ۾ داخلا ملي. مونکي چند ٻين شاگردن سان گڏ هِڪ ڪلاس ۾ ويهاريو ويو، جنهن کي اسڪول انتظاميه 'اسپيشل ڪلاس'، چوندي هئي. مون جونيئر سيڪنڊري اسڪول ته سنهالي ٻولي ۾ پاس ڪيو هو پر اتي سڀ مضمون مونکي انگريزي ۾ پڙهايا ٿي ويا. ٿورڙي محنت سان، مان ٻئي سال اسپيشل تو ۾ اچي ويس. آخرڪار 1946 ۾ منهنجو خواب سچ ٿيو ۽ مونکي 'مٿهيدا ڪاليج' ڳالي ۾ داخلا ملي. هِن ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ کانپوءِ مونکي احساس ڪمتري ٿيڻ لڳي. ڇوته ڪاليج م هرڪو سوٽ پينٽ سان هو ۽ سيني رواني سان انگريزي پئي ڳالهائي. پر خوش قسمتي سان، ڪاليج ۾ به ٻيا ڳوناڻا به هئا، جن جو رنگ ڍنگ به مون جهڙو هو.

اسان جي خوش قسمتي هئي جو اسان جو ڪلاس ٽيچر مسٽر جئي

وردنا هو. مسٽر وردنا اسانکي انگريزي، تاريخ، رياضي، الجبرا ۽ جاميٽري پڙهائيندو هو. اهڙي طرح اسان چوڏهن مضمون پڙهندا هئاسين. مون اِنهي ڪلاس ۾ تمام گهڻي محنت ڪئي جو جڏهن آخري تياري وارا امتحان ٿيا ته مان سڄي ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيس. منهنجي خوشي جي حد ئي نه رهي جڏهن منهنجو رپورٽ ڪارڊ پرنسپل پاڻ ڏيڻ آيو. منهنجي شخصيت جي تعمير مئهيدا ڪاليج ۾ ٿي، جتي مون سنهالي ۽ انگريزي ٻولين ۾ ٿيندڙ تقريري مقابلن ۾ حصو ورتو. ۽ ڪاليج جي ڪرڪيٽ ٽيم ۾ پڻ هِڪ سرگرم رانديگر طور حصو ورتم. انهي ڪانسواءِ ڪاليج پاران نڪرندڙ مئگزين Planet ۾ ٻانهن ٻيلي ايڊيٽر طور ڪم ڪيو.

## تڪليفون ۽ آزمائش

منهنجو پيءُ ٺيڪيداري ڪانپوءِ ڪاٺين جي شعبي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. اسانجي گهر جو وهنوار بلڪل ٺيڪ هلندو هو. هڪ دفعي اوچتو منهنجي پيڻ ايڏي بيمار ٿي پئي جو بابا کي سمورو ڪم ڪار ڇڏي گوٺ اچڻو پيو. اِنهي عرصي ۾ بابا کي ايڏو ته نقصان رسيو جو کيس پنهنجو واپار بند ڪرڻو پيو. ٻئي طرف اسان پنهنجي گهر جي هر شيءَ اديءَ جي بيماري تي خرچ ڪري ڇڏي. اسان تي تمام ڏکيو وقت اچي ويو. اِهو 1952 جو سال هو جنهن کي مان به پنهنجي ڪتب لاءِ ڳُڻتين ۽ بدبختين جو سال سمجهندو آهيان.

انهي سال، مونکي يونيورسٽي ۾ داخلا لاءِ امتحان ۾ ويهڻو هو. سڀ مصيبتون اچي هِڪ هنڌ گڏ ٿيون. منهنجي ننڊ حرام ٿي وئي ۽ مٿي ۾ شديد سور پوڻ لڳو. گهروارن ڊاڪٽر کي ڏيکاريو جنهن چيو ته مونکي هي تڪليف اوجاڳي ۽ پريشانين جي ڪري ٿي آهي. ڊاڪٽر بابا کي ٻڌايو ته مونکي گهٽ ۾ گهٽ ٻن سالن تائين ڪتاب کي هٿ لائڻ نه گهرجي. هوڏانهن يونيورسٽي ۾ داخلا لاءِ امتحان مٿان هئا، ۽ مون هر حال ۾ يونيورسٽي ۾

وڃڻ چاهيو ٿي. آخرڪار مان فزڪس جي پيپر ۾ ويٺس ۽ پاس ٿيس.

هِڪ ته اڳيئي مصيبتون اسان جي ڪٽنب کي وڪوڙي ويون هيون، ٻئي طرف حالتون اهڙيون هيون جو بابا جو ڪاروبار ٺپ ٿيڻ ڪانپوءِ گهر هلائڻ مشڪل هو. اِنهي صورت حال ۾ مان ڏاڍو پريشان رهڻ لڳس. اِنهي عرصي دوران اليڪشن جو وقت مٿان آيو. هِڪ طاقتور سياستدان مونکي چيو ته مان اليڪشن ۾ سندس مدد ڪريان ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ اُنهي سياستدان پنهنجي هِڪ ماڻهو هٿان ٻہ هزار روپيا ڏياري موڪليا. مون پئسا آٿيندڙ ڪان اِنهن جو سبب پڇيو ته هِن وراڻيو ته، اِهي پئسا توکي اليڪشن ۾ خرچ ڪرڻ لاءِ آهن. منهنجي وڌيڪ پڇا ڳاڇا تي هن چيو ته اِهي پئسا تولاءِ آهن. سندس اِهي لفظ ٻڌي مان اِنهي نتيجي تي پهتس ته مونکي اليڪشن ۾ ڪم جي بدلي رشوت ڏني پئي وڃي. جڏهن پنهنجين تڪليفن تي ويچار ڪيم ته اِهو خيال آيم ته نوٽن جي ٿهي رکان ۽ ڪجهہ ڏينهن آرام سان گذاريان پر منهنجي ضمير مونکي ائين ڪرڻ کان روڪيو ۽ مون کيس پئسا واپس ڏيندي چيو ته هٿان ٿر. اِهو منهنجي ذهن ۽ ضمير جو ٻهريون امتحان هو، جنهن ۾ مان پاس ٿيس.

## مان ۽ ڪميونزم

منهنجو خيال هو ته مان انهي رشوت واري امتحان مان پار پيو آهيان، ۽ منهنجي جان ڇٽي پر مان غلط نڪتس. ٿيو هئين ته مون پاران رشوت قبول نہ ڪرڻ تي اُهو سياستدان ۽ سندس ڪارندا ڪاوڙجي پيا. اُنهي سياستدان مونکي زيربار ڪرڻ لاءِ مٺهيدا ڪاليج جي پرنسپل کي وڃي چيو ته تنهنجي ڪاليج ۾ اي ٽي آريارتني نالي ٻهرئين صف جو ڪميونسٽ شاگرد موجود آهي. انهي سياستدان جي دٻاءَ ۾ اچي مونکي پنهنجي ڪاليج جي پرنسپل گهرايو ۽ ڪاوڙ مان پڇيائين ته، ڇا اهو سچ آهي ته تون پڪو ڪميونسٽ آهين؟ پنهنجي پرنسپل ۽ استاد ڇا اِهي لفظ ٻُڌي مون کي اِهو سمجهڻ ۾

گهڻي دير نہ لڳي تہ ڪيس اِها ڳالهہ ڪنهن چئي آهي. مون پنهنجي پرنسپل کي پيرائتي ڳالهہ ڪري ٻڌائي، تہ ڪيئن انهي سياستدان مونکي اليڪشن ۾ مدد عيوض رشوت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ جڏهن مون اِها رشوت واپس ڪئي تہ هاڻ هو مون تي اهڙا بهتان هڻي مونکي تنگ ڪري رهيو آهي. مون وڌيڪ پنهنجي پرنسپل کي ٻڌايو تہ مان اهڙي رشوت، ڌمڪي ۽ لالچ تي بيٺل سماج جي خلاف آهيان، اِهي ئي حق ۽ سچ جون ڳالهيون مونکي پنهنجي استادن سيکاريون آهن. منهنجو هي وضاحتي جواب ٻُڌي پرنسپل مونکي همٿائڻ بجاءِ چوڻ لڳو تہ تون تہ 'واقعي ڪميونسٽ آهين' . هِن ڪان اڳ مون ڪڏهن بہ ڪميونسٽ ٿيڻ يا ڪميونزم بابت سنجيدگي سان نہ سوچيو هو. پر اُنهي ڏينهن کانپوءِ مون ڪميونزم بابت ڄاڻڻ شروع ڪيو. مان پنهنجي تر ۾جنهن ڪميونسٽ کي سڃاڻندو هوس انهي جو نالو هو 'ڪنڊي سري سينا' ، هيءُ توهم پرستي، خيال پرستي ۽ قسمت جهڙن تصورات تي سخت تنقيد ڪندو هو، هِن وٽ هر شيءِ جو ڪونہ ڪو منطقي سبب ۽ جواب هوندو هو. جڏهن مان هن سان مليس تہ ڪجهہ عرصي کانپوءِ هن مونکي پنهنجي گروپ جو ميمبر بنايو ۽ مونکي هڪ ڪارڊ ڏنائين، جنهن تي مون پنهنجي اصلي نالي بجاءِ فرضي نالو لکيو. اهڙي طرح انهي گروپ جو مان ميمبر ٿي ويس. مان 'ڪينڊي سري سينا' ، طرفان مليل سمورو مواد، پمفليٽ، ڪتاب، ننڍيون چوپڙيون ۽ ليٿو ٿيل ڊگها پمفليٽ ڏاڍي غور سان پڙهندو هوس. مونکي اڃان تائين بہ ياد آهي تہ مان مارڪسزم کي ڏاڍي غور ۽ محنت سان سمجهڻ جي ڪوشش شروع ڪئي. جتي بہ مارڪسزم جي حوالي سان ڪوبہ ليڪچر، فنڪشن ۽ سيمينار ٿيندو هو تہ مان سائيڪل تي چڙهي هڪدم اُتي پهچي ويندو هوس. مان اهڙن ليڪچرن ۾ بہ شريڪ ٿيس جنهن ۾ اسانکي بارود سان

پليون اُڏارڻ، روڊ رستا ۽ مواصلات جا پيا رستا تباهہ جي باري ۾ پڙهايو ويندو هو. منهنجي خوش قسمتي هئي جو منهنجي ڪميونسٽ استاد 'ڪيندي سري سينا' مونکي جيڪي ڪتاب ڏنا اُنهن ۾ هڪ ڪتاب جوزف اسٽالن جي ظلمن بابت هو. انهي ڪتاب ۾ پڙهايل هو تہ ڪيئن 'عظيم مقصد' جي نالي ۾ اسٽالن ماڻهن جو قتل عام ڪرايو. مون اِنهي ڪتاب جي باري ۾ 'ڪيندي سري سينا' سان ڳالهايو پر هو ڪابہ وضاحت يا جواب بجاءِ خاموش رهيو.

انهي عرصي دوران ڪميونسٽ پارٽي اسٽالن جي سالگره ملهائڻ جو پروگرام رٿيو ۽ اِهو فيصلو ڪيو ويو تہ هر پارٽي ميمبر سالگره لاءِ 50 پئسا چندو ڏئي انهي فيصلي پڌڻ ڪانپوءِ مون چندو گڏ ڪندڙن کي چيو تہ اسٽالن جهڙي قاتل جي نالي ۾ مان توهانکي هِڪ پئسو بہ نہ ڏيندس. پر شايد 'ڊاڪٽر ايس اي وڪرما سنگهي' جي نالي ۾ 50 پئسن کان بہ وڌيڪ ڏيان.

ڪميونسٽن سان رهندي بہ منهنجي بي چين روح کي سُڪون نہ آيو. مون سوشلزم ۽ ڪميونزم بابت ڪيترائي ڪتاب پڙهيا. پر مونکي سچو ڪميونسٽ صرف 'ڪندي سري سينا'، نظر آيو. جيڪو پنهنجو مٿيون طبقو ڇڏي، رضاڪارانہ طور تي ڪميونسٽ ٿيو. هِڪ وقت تائين سندس ڪٽنب، ڳوٺ جو امير ترين ڪٽنب طور سمجهاتو ويندو هو.

بين نظرين وانگر، مونکي لڳو آيو تہ سوشلزم ۽ ڪميونزم ۾ بہ غريب اڪثريت صرف تاڙين وڄائڻ لاءِ هئي، پر اسٽيج وري بہ اميرن لاءِ هئي، جنهن تي چڙهي هو اسانکي وڏا خطبا ڏيندا هئا. ڪميونزم سان منهنجي وابستگي بنهہ مختصر رهي.

## منهنجو پهريون پيار

گالي جي انتهائي غريب علائقي ۾ 'ورڪرس ڪوآپريٽو سوسائٽي' قائم ڪرڻ ٺنبان منهنجو هڪ ذاتي تجربو هو. اها 1953 جي ڳالهه آهي مان پنهنجي چاچي جي گهران سائيڪل تي مٺهدا ڪاليج لاءِ نڪتس نه رستي تي مونکي هڪ عورت ملي. جنهن جا حال خراب هئا. هن عورت مونکان 25 پئسا گهريا. انهن ڏينهن ۾ مون فيصلو ڪيو هو ته منهنجو روزاني جو خرچ 50 پئسا کان مٿي نه ٿيڻ گهرجي انهي عورت جي حالت ايڏي نه خراب هئي جو مونکي کيس 25 پئسا ڏيڻا ٿي پيا.

انهي واقعي کان ڪافي ڏينهن پوءِ. سمنڊ ڪناري پسار ڪندي مونکي اُها ساڳي عورت نظر آئي مون کيس بيهاري ڪاڻس طبيعت معلوم ڪئي. هن مون کي ٻڌايو ته هو هاڻ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ ناريل جي ڇلرن کي ڪُٽي. رسا ۽ واڻ ٺاهيندا آهن. هوءِ لڳاتار 12 ڪلاڪ ڪم ڪندي هئي. هُن مونکي ٻڌايو ته ڇلر ڪُٽي ڪُٽي اسان جا هٿ رت ٿي پوندا آهن. پر ٺهن هوندي به سندن پورت ڪانه ٿي پوي. چاڪاڻ ته سموري ڏينهن جي محنت جو معاوضو کين فقط ٻي روپيا ٿي مليو. مونکي ياد آهي ته جڏهن مون کانئس اِهو پڇيو ته هو اِنهي ڪم لاءِ ڪچو مال ڪٿان آڻيندي آهي ۽ ڪنهن کي وڪرو ڪندي آهي. ته هوءَ ملول ٿي وئي سندس اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. سندس اِها حالت ڏسي مون فيصلو ڪيو ته مان پاڻ اِنهي صنعت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندس. ڪجهه وقت بعد مونکي معلوم ٿيو ته اِها ۽ انهي جهڙيون ٻيون سنهالي عورتون، ڪچو مال دلالن کان خريد ڪنديون آهن ۽ کيس ئي ٻهنجون شيون، رسا ۽ واڻ وڪرو ڪنديون هيون.

انهي تجربي کانپوءِ، مونکي خيال آيو ته چونه ناريل جي کلن مان رسا ۽ واڻ ناهيندڙ پورهيتن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي ناهيان، ۽ اٿين ڪوآپريٽو ناهڻ

جو پڪو پهه ڪندي. ڪافي ساٿي گڏ ڪيم جن ۾ 'نريمندد ويدانند' تمام گهڻي مدد ڪئي. انهي ڪانپوءِ اسان سمنڊ جي پرسان بچاءُ واري پٽ آڏو پهرين گڏجاڻي ڪئي . جنهن ۾ 80 پورهيتن شرڪت ڪئي. اِنهي گڏجاڻي ۾ مونکي جنرل سيڪريٽري 'پريانگياوتي' کي خزانچي ۽ 'نريندر وداننداُ' کي صدر چونڊيو ويو. سوسائٽي ناهڻ ڪانپوءِ جڻ تہ ڪم جو پهاڙ اسان تي ڪري پيو. سوسائٽي کي رجسٽر ڪرائڻ لاءِ درخواست ڏيئي، قانون ۽ قاعدا سمجهڻا پيا. ربورٽون لکڻ ۽ سرڪاري ڪاغذن کي سمجهڻ لاءِ بہ ڪوششون ورتيون سين. اِنهي دوران هڪ نئين مسئلي مُنهن ڪڍيو. اهو ڪم سوسائٽي کي هلائڻ لاءِ پئسن جي مسلسل ضرورت هئي. اسان هنگامي بنيادن تي چندو ڪيو، پر مسئلو ايئن ئي رهيو. آخرڪار اسان فيصلو ڪيو تہ چوند گوٺ جي سخي مرد 'ايدس مدليءَ' سان ملجي ۽ ڪانئس مالي مدد ونجي. اسين ساڻس ملياسين ۽ سڄي ڳالهہ سندس آڏو رکيسين. هن اسانکي جڳي خاصي مدد ڏني، جنهن مان اسان مشين ورتي، جنهن ذريعي ورڪر جڳي رفتار سان رسا ۽ واڻ ناهڻ لڳا. اِنهي وچ ۾ مون ڪيترائي دفعا پنهنجي کيسي مان سوسائٽي جي مدد ڪئي.

ڪم جي گهٽائي ۽ اُڪلاءُ ڪري پورهيت عورتن کي اُجرت گهٽي ملڻ لڳي. انهيءَ جو اثر اِهو نڪتو جو ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ جڏهن پورهيت عورتون ڪم تي آيون بہ ڪين نوان ڪپڙا پاتل هئا ۽ سندن چهرا ٻهڪيا پئي.

سوسائٽي جو سيڪريٽري هئڻ جي ڪري، جڏهن رجسٽريشن جو مسئلو آيو تہ انهي جي ذميواري بہ مون تي ئي رکي وئي. مونکي صرف ايتري خبر هئي تہ گهرو ڪاتي وارا رجسٽريشن ڪندا آهن. نيٺ دِل ٻڌي ڪولمبو ويس ۽ وچي سيڪريٽريٽ پهتس. سيڪريٽريٽ جي ڪاريڊور ۾ پريشان لڳو بيٺو هوس تہ هڪ شخص ڪمري مان نڪتو ۽ ڏاڍي پيار سان پڇيائين، 'پٽ، ڪنهن سان ملڻو اٿئي؟' مون کيس وراڻي ڏني 'سائين توهان سان ملڻو

اهي.' اِنهي ڳالهہ ٻولهہ دوران مان ڪيس سجاڻي چڪو هوس. هو گهرو کاتي جو وزير جناب 'اي رنائڪي' هو. هُن مونکي پنهنجي آفيس ۾ ويهاريو پوءِ اسانجي سوسائٽي اُنهي ڏينهن ئي رجسٽرڊ ٿي وئي.

## بهترين نوڪري

اسانجي گهر جي مالي حالت ڏاڍي خراب ٿي چُڪي هئي. تنهن ڪري مان يونيورسٽي ۾ پڙهڻ جو خيال ترڪ ڪري نوڪري جي ڳولا ۾ نڪري پيس. عين اِنهي عرصي ۾ مونکي خبر پئي تہ 'سري پتاوپالا' کي هڪ سائنس ٽيچر جي ضرورت آهي. مون تڪڙ ۾ پنهنجي درخواست موڪلي ۽ سرٽيفڪيٽ کڻڻ لاءِ منهنجا ڪاليج ريس ۽ ڪاليج جي پرنسپال کي وڃي سڄي ڳالهہ ٻڌايم. پرنسپال صاحب ڳالهہ ٻڌي چيو تہ پڙهائي دوران نوڪري ڪرڻ تولاءِ نقصانڪار اهي. انهي تي مون کيس پنهنجي گهر جي حالت جي باري ۾ ٻڌايو. تنهن تي هن مونکي پنهنجي ڪاليج ۾ نوڪري جي آڇ ڪئي، جيڪا مون خوشي سان قبول ڪئي. مان ٽن مهينن تائين پڙهايو، جڏهن پگهار لاءِ گُهر ڪيم تہ اڪائونٽنٽ چيو تہ پرنسپال سان مل. جڏهن پرنسپال سان مليو سائنس پگهار جي ڳالهہ ڪيم تہ چيائين، 'چاچي پگهار' تو تہ اِها نوڪري بنا معاوضي قبول ڪئي هئي. پرنسپال جو اِهو جواب ٻڌي منهنجي پيرن هيٺيان زمين نڪري وئي. پر مون کيس ايترو ئي چيو تہ، 'سائين، توهان وٽ جيڪڏهن مونکي پگهار ڏيڻ لاءِ پئسا ڪونهن تہ توهان مهرباني ڪري مونکي سرٽيفڪيٽ ڏيو تہ مان ڪنهن ٻئي هنڌ نوڪري جي ڳولا ڪريان.' منهنجي انهي درخواست تي پرنسپل صاحب چيو نيڪ آهي. ٽن مهينن ڪانپوءِ اچجانءِ، پوءِ ڏسنداسين.' مان سوچڻ لڳس تہ سرٽيفيڪٽ ڏيڻ ۾ تہ چند ڪلاڪ مس لڳندا. بهرحال مون اسڪول ڇڏيو ۽ 'پيلبگودا' جڳهہ جي پوپان هڪ جاءِ 20 روپيا جي حساب سان مسواڙ تي

وني ٽيوشن پڙهائڻ شروع ڪيم. جيتوڻيڪ تنهن زماني ۾ ٽيوشن پڙهائڻ جو رواج ڪونہ هو.

هڪ ڏينهن ٽيوشن پڙهائي سائيڪل تي گهر واپس پئي ايس تہ رستي ۾ مونکي بوناوستا ڪاليج جو پرنسپل 'ڊي.ايم.ڊبليو ورسنگهي' مليو. هن مونکان يونيورسٽي ۾ داخلا نہ وٺڻ جو سبب پڇيو. جنهن تي مون ڪيس پنهنجي گهر جي مالي حالت ۽ مٿيدا ڪاليج جي پرنسپال جي باري ۾ ٻڌايو. سڄي ڳالهہ ٻڌڻ کانپوءِ هن ڏاڍي همدردي ۽ خلوص سان مونکي پنهنجي ڪاليج ۾ نوڪري جي آڇ ڏني، جيڪا مون قبول ڪئي.

بوناوستا هڪ خانگي اسڪول طور انگلنڊ جي مالي سهائتا سان هلندو هو. پر انهي ۾ مسلمان، ٻڌ، هندو بہ هوندا هئا. بوناوستا اسڪول ۾ فقط مان ئي مرد استاد هوس. مرد هئڻ ڪري ڪيترين ئي ذميوارين ايون ۽ ساڳئي وقت عورتن جو قُرب ۽ توجهہ بہ مليم. 'بوناوستا' ۾ هر مهيني، سينئر استادن جي نگهارن جا ڇيڪ ٻئنڪ ڪٽي وڃڻ منهنجي جوابداري هئي ۽ انهي ڏينهن ۾ اسيمبلي پابندي سان ٿيندي هئي. اسيمبلي دوران عيسائي شاگردن کي عبادت لاءِ ڇڏيو ويندو هو. باقي مسلمان ۽ ٻڌ شاگرد اسيمبلي ڪندا هُئا. هڪ ڏينهن مون اسيمبلي ۾ تبديلي جو ارادو ڪيو ۽ مسلمان شاگردن کي چيم تہ ڪعبي ڏانهن منهن ڪري دُعا گهرو ۽ ٻڌ شاگردن کي چيم تہ 'پنج سيلا'. ورد ڪريو. اسان اڃان عبادت ۾ هئاسين تہ ڪنهن منهنجي ڪلهي تي اچي هٿ رکيو ۽ چيائين 'هي ڇاپيو ٿئي؟' مون ورندي ڏني مانس تہ 'عبادت'. گهڙي کانپوءِ جو پوئتي ڏٺم تہ اسان جو هيڊ ماستر جناب ويلاڪالا بيٺو هو. هن مونکي اُنهي مهل فقط ايترو چيو تہ 'آفيس اچ' آفيس ويس تہ هو مون تي تمام گهڻو ناراض ٿيو ۽ دڙڪا ڏنائين.

## ٽيچرز ٽريننگ ڪاليج، مهاراگها

جڏهن منهنجي ۽ منهنجي دوست 'اين. ڪي.ڊي .بي سلوا' جي داخلا ٽريننگ ڪاليج ۾ ٿي ته اسانجي اسڪول جي اسٽاف اسانجي مان ۾ شاندار دعوت ڪئي. اسڪول ڇڏيندي مونکي ڏک به ٿيو پئي پر ساڳئي وقت داخلا جي خوشي به هئي. مونکي اڄ به ياد آهي ته مان ۽ منهنجو دوست ڪاليج جي پهرئين ڏينهن صبح جو پنجين وڳي اٿياهئاسين. اجان اونده هئي ۽ اسان ناريل جا فرچ ٻاري، انهن مان 'ٽارچ' جو ڪم ورتو هو.

منهنجي ڪاليج جي خرچ جو بندوبست به منهنجي هڪ سؤٽ ۽ 'بوناوستا' ڪاليج جي ڪجهه سائين ڪيو هو. سؤٽ واعدو ڪيو هو ته هو مونکي هر ٽنين مهيني هاسٽل جي فِي جا پئسا ڏيندو. ساڳي طرح بوناوستا ڪاليج جي سائين به هر مهيني 26 روپيا ڏيڻ جو واعدو ڪيو انهن ڏينهن ۾ شايد 1956 ڌاري مونکي ٽيچرز ٽريننگ ڪاليج مددگار استاد جي نوڪري ملي ۽ اسانجي مالي حالت ڪجهه بهتر ٿي وئي. ساڳئي ئي سال ۾ مونکي ڪاليج ۾ پڪي نوڪري ملي، ۽ مون انهن ڏينهن ۾ راندين جا هفتا ملهائڻ جو رواج وڌو. انهي عرصي ۾ مون پنهنجي دوست 'ڊي.اي ابيڪرا' سان گڏجي پوئتي پيل ڳوٺن جو دورو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ڳوٺن جي صورتحال کي سمجهڻ جي ڪوشس ڪئي. انهيءَ سال ۾ منهنجي ملاقات ايم.ڊبليو ڪروننڊا سان ٿي، جيڪو ٽلنداوڊبالا جو پرنسپل هو. هِن مونکي پنهنجي ڪاليج ۾ سائنس ٽيچر جي آڇ ڏني. هن ئي ڪاليج ۾ مون پهريون دفعو 'ونوباوَ' جو نالو ٻڌو، جنهن هندستان ۾ گانڌي جي فلسفي کي بنياد بنائي 'ڀونءِ دان تحريڪ' جي شروعات ڪئي هئي. مان جڏهن به ڀونءِ دان تحريڪ جي باري ۾ ٻڌندو هوس ته دل چاهيندي هئي ته ڪيئن به ڪري هندستان وڃان ۽ ونوباوَ سان ملي سندس تحريڪ ۽ ڪم کي اکين سان ڏسان. نيٺ وڏي مشڪل سان پئسا هٿ ڪري هندستان روانو ٿيس. پر

ڳهڻي ڪوشش جي باوجود به ونو ڀاوَ سان نه ملي سگهيس ڇوته هو لڳاتار سفر ۾ هوندو هو ۽ هندستان جي سرندي وارن سان ملي ڪانئس زمين جو دان گهرندو هو ۽ مليل زمين ڳوٺ جي بي زمين هارين ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندو هو. نيٺ ٻئي دفعي مون ڀئسا ڳَڏ ڪيا ۽ هندستان ويس، جتي ونوڀاوَ سان ملي سندس تحريڪ جو ويجهو کان مشاهدو ڪيم. سائس ملي مونکي ڏاڍو اتساهه مليو. اِنهي ئي مونکي ٻڌايو ته لفظ 'سروديا' سڀ کان پهريائين گانڌي استعمال ڪيو هو. اهڙي طرح مون 1958 ۾ نلندا وديالا سماجي تحريڪ جي شروعات ڪئنناٿولا ڳوٺ کان شرمدانا ڪئمپ هٺي ڪئي.

## خواب ۽ تتا سان ملاقات

اپريل 1959 ۾ اسان مناوا. ڳوٺ ۾ شرمدانا ڪئمپ هئين، جنهن ۾ ڪاليج جا هڪ سئو شاگرد شريڪ ٿيا. ڪئمپ دوران ڪم کان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ مان ڪپڙي اٺڻ واري هڪ مرڪز ۾ تڏو وڇائي سمهندو هوس. هڪ رات مون خواب ۾ ڏٺو ته هڪ ڀڪي عمر جي عورت اسانجي ڪئمپ ۾ آئي آهي. جنهن سان به چوڪريون به آهن. مان انهن ٻنهي مان، هڪ جو هٿ پڪڙي پڪي وانگر اڳامي وڃان ٿو.

ٻئي ڏينهن مون پنهنجو ڪم 'ڌرما سينا سبينائي' ۽ 'ڊي.اي ابئي رتني' جي حوالي ڪيو. مون کين ٻڌايو ته اڄ مان موڪل ڪندس ڇاڪاڻ ته اڄ مان پنهنجي زندگي جو اهم فيصلو يعني پنهنجي جيون ساٿي جي چونڊ ڪندس. منهنجي ساٿين سمجهيو ته مان سائڻ يوگ پيو ڪريان. مان ويهي ڪاغذ پٽ ناهڻ لڳس ۽ رستي ڏانهن به ڏسندو رهيس. تقريبن انين وڳي ڌاري هڪ ڪار اسانجي ڪئمپ ڏانهن ايندي نظر آئي. منهنجو ساٿي 'ڊي.سي ڪنوگئيپولا' به مون سان گڏ هو. انهي ڪار مان مسز تينڪون ۽ به چوڪريون نڪتيون، جن جي هٿن ۾ ڪجهه تحفا وغيره هئا. مون پنهنجي

سانيءَ کي چيو تہ انهن ٻنهي ڇوڪرين مان هڪ سان منهنجي شادي ٿيندي. مسز ٽبنڪون، ڊي.سي ڪنوگيمبولا کي حبو تہ هي ٻئي ڀينر آهن، وڏي جو نالو 'چنرا' ۽ ننڍي جو 'نٽا' آهي. نٽا، آربارتني جا مضمون شوق سان پڙهندي آهي، ۽ نهن کي ڪٿي گڏ بہ ڪندي آهي ۽ ڪيس توهان سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق آهي. جڏهن انهن جي ملاقات مون سان ٿي تہ، مون کين چيو تہ اربارتني پوڙهو ماڻهو آهي. شايد هن وقت آرام ۾ هجي. مون نِٽا کي ڏنو ۽ مونکي اهو فيصلو ڪرڻ ۾ دير نہ لڳي تہ اِها ئي منهنجي جيون ساٿي ٿيندي. انهي کان اڳ جو هو مونکان منهنجي باري ۾ پڇن مون کين چيو اڇو تہ ڪئمپ ڏانهن هلون. اسان ڳوٺ ڏانهن هلڻ شروع ڪيو تہ مان نِٽا کان سندس ڪتب ۽ سندس عمومي سوچ متعلق پڇا ڪندو رهيس.

'نٽا' جا خيال ۽ ڳالهيون ڄاڻيندي، مون کي لڳو تہ هي منهنجي گهر ڏباڻي ٿي سگهي ٿي. جڏهن اسان ڪئمپ ۾ پهتاسين ۽ اِهو راز کُلڻ لڳو تہ مان ئي آربارتني آهيان تہ مان نڪتڙ ۾ نِٽا ۽ ڪئمپ جي ساٿين کان پاسيرو ٿي ويس ۽ ڊي.سي گيمبولا کي چيم تہ گاڏي تيار ڪر. اسين نِٽا وارن جي گاڏي جو پيڇو ڪرڻ لڳاسين جيڪي هاڻ گهر روانا ٿي چڪا هئا. جڏهن سندن گاڏي 'تينڪو ولووالا' طرف موڙ ڪاٽو تہ اسان پنهنجي گاڏي آهستي ڪئي. مون ڏٺو تہ نِٽا ۽ سندس پيڻ پنهنجي گهر کي ڏنل ڪاٺ واري تختي کي اورانگهي اندر هليون ويون. ٿوري دير ڪانپوءِ مان بہ ساڳي طرح سان ڪاٺ جو تختو اورانگهي اندر ويس ۽ گهر جي مالڪ کي سڏ ڪيم. ٿوري دير ڪانپوءِ اچي گوڏ ۽ صدري ۾ هڪ چڱي شبيهہ وارو شخص ٻاهر نڪري آيو. مون ڪائنس پڇيو سائين توهان نِٽا جا والد آهيو. هُن شخص وراڻيو 'ها' مون جلدي ۾ کيس چيو تہ 'سائين مان توهان جو گهڻو وقت نہ وٺندس. منهنجو نالو آربارتني آهي. مان استاد آهيان.' تنهن تي هن

شخص ڏاڍي پنهنجائپ سان جيئو ها سائين مون توهانجو نالو ٻڌو آهي.
توهان مهرباني ڪري ويهو. ڪيس چيم ته سائين مان ڏاڍي تڪڙ ۾ آهيان. هي منهنجي ائڊريس آهي. مان ذات، مذهب ۽ نظرئي جي متڀيد ۾ يقين نه رکندو آهيان. مونکي هڪ اهڙي زندگي جي ساٿي جي ضرورت آهي، جيڪا مونسان ڏک سک ۾ گڏ هجي ۽ هِن سماج کي بهتر سماج ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ قرباني ڏئي سگهي. منهنجو خيال آهي ته توهان جي ڌي نتا منهنجو ساٿ ڏئي سگهي ٿي. مون ڪائنس سندس پسند جي باري ۾ به نه پڇيو آهي. توهان ڪائنس پڇي، وڌيڪ سوچ ويچار ڪري، جڏهن به مناسب سمجهو ته مونکي ٻڌائجو، سائين مان هاڻ هلان ٿو.' ايترو چئي مان واپس وڃڻ لڳس. گاڏي ۾ ويهڻ وقت ڏٺم ته منهنجي پنيان نتا ۽ چنرا به اچي رهيون آهن. مون منهنجي دوست ڊي.سي ڪتوگيمپولا کي ڪار هلائڻ لاءِ چيو هُن عادت مطابق ڀرين سگريٽ دکايو. انهي دوران نتا ۽ سندس ڀيڻ چترا به اچي پهتيون. مون ڪين گاڏي جي پوئين سيٽ تي پيل مئگزين جون ڪاپيون ڏنيون ۽ 'نتا' کي مئگزين جي نالي 'لنڪ' ڏانهن اشارو ڪندي چيم مان سندس والد ڏانهن هن ڳالهه جو نياپو ڪئي آيو هوس.

ڪئمپ تي پهچڻ ڪانپوءِ مون پنهنجو پاڻ کي ڏاڍو هلڪو ۽ تازو توانو محسوس ڪيو ۽ پنهنجي ذهن مان اِنهي ڏينهن جي واقعي کي ڪڍي پنهنجي پوري سوچ ڪئمپ جي ڪم ڪار تي لڳائي. ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ نتا جي ٻيءُ طرفان هِڪ خط مليو، جنهن ۾ هن ڪئمپ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ، ڪولمبو ويندي چانهن پيئڻ جي دعوت ڏني هئي. مون سندس دعوت قبول ڪئي. ڪولمبو واپسي ويندي اسان سڀ ساٿي سندس گهر وياسين منهنجا ڪافي ـ اتي معاملي جي ٻه ٽائين ٻهچي ويا. انهي چانهن پارٽي دوران مون نِتا جي والد کي سندس ڪٽنب سميت ڪولمبو اچڻ جي دعوت ڏني. هُن منهنجي دعوت قبول ڪئي ۽ موڪلن جي ڏينهن ۾ پنهنجي گهر ڀاتين سميت

منهنجي گهر آيو، جتي هو ڪيترائي ڏينهن رهيا. هِڪ ڏينهن، اڪيلائي ۾ مون نِنا کي چيو تہ ’ مان سندس والد سان ڳالهہ ڪري چڪو آهيان.‘ جنهن تي هن چيو تہ ’ جيڪا انهن جي مرضي.‘ مان هر روز نِنا سان موسائينس ڪاليج ملڻ ويندو هوس، جتي اسين گڏجي ڪتاب پڙهندا هئاسين. تنهن وقت منهنجون وئڪِشنون نِنا ۽ سندس خاندان سان گڏ گذرنديون هيون. اسان، اهڙي طرح ڪيترائي مهينا، هڪٻئي جي ويجهو رهي، هڪٻئي کان واقف ٿياسين. اُنهن ئي ڏينهن ۾ مونکي ارڙي ٿي تہ نِنا ۽ سندس خاندان منهنجي ڏاڍي سنڀال ڪئي. نِنا جو پيءُ مونکي پنهنجي ڪار ۾ ڪٽي شهر آيو. انهن ڏينهن ۾ مونکي نِنا سان ملڻ جي ڏاڍي خواهش ٿيندي هئي. بيماري جي شدت کان بچڻ لاءِ مون شاعري بہ شروع ڪئي.

مون پنهنجي والدين کي نِنا جي باري ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌايو ۽ سندن نِنا سان ملاقات بہ ڪرائي. انهن بہ نِنا کي پسند ڪيو. سيني مائرن جيان، منهنجي امڙ کي بہ منهنجي شادي جو فڪر هُئو. اسان سيني شادي جي تقريب سادگي سان ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اسان پنهنجي گهر کي رنگ روغن ڪيو. ائين ئي هڪ ڏينهن اسان ليبي پوچي ۾ لڳا پيا هئاسين تہ جناب ڪروننداِ اچي نڪتو. جناب ڪروننداِ، سروديا شرمدانا تحريڪ جو صدر هو، ۽ هر هفتي مون وٽ ايندو هو. اسانکي رنگ روغن ڪندي ڏسي چوڻ لڳو ’شادي جي تياري پيو ڪرين ڇا؟‘ تنهن تي مون چيومانس ’توهان جو اندازو بلڪل دُرست آهي، اِيندڙ هفتي مان شادي پيو ڪريان ۽ تون شادي جي ڪاغذن ۾ منهنجو شاهد آهين تنهن ڪري اِها ڳالهہ نہ وسارجان.‘ منهنجي شادي پنجويهہ جولاءِ 1960 ۾ ٿي. مان اُن ڏينهن کي وساريَ نٿو سگهان جڏهن سفيد پوتڙو ۽ اڇي قميص پائي ڪلاس وٺڻ لاءِ اسڪول پهتو هوس. جيئن ئي اسڪول ۾ داخل ٿيس تہ منهنجو دوست ڪروننداِ مليو تہ هُجتي انداز ۾ ’چيائين شابس اٿئي! شادي واري ڏينهن بہ موڪل نہ ڪئي

اٿئي، منهنجي صلاح مڃ ۽ اڄ موڪل ڪر. پر اِنهي ڪان ٻهربائين سيني ساٿين کي ٻڌائي تہ اڄ تنهنجي شادي آهي.' مون سندس صلاح مڃي ۽ هر هِڪ ڪلاس ۾ وڃي سيني ساٿين کي ٻڌايم تہ 'اڄ منهنجي شادي آهي ۽ مان توهانکي دعوت ڏيان ٿو.' پهرين هنن سمجهيو تہ مان ساڻن چرچو پيو ڪريان پر پوءِ جڏهن هر هِڪ ڪلاس ۾ ويس تہ هنن کي پڪ ٿي. مون کين اهو بہ ٻڌايو تہ منهنجي شادي ۾ توهان کي صرف چانهن جو ڪوپ ملندو.'

منجهند ڌاري مان ٽيڪسي ڪري گهر آيس. منجهند جي ماني کائي ٻن ٽئڪسين ۾ پنهنجي گهر ڀاتين کي وٺي نِتا جي گهر روانو ٿيس. منهنجي شادي جا شاهد 'ڪروننڌا' ۽ 'اسٽينلي فرننڊو' هئا. اسانجي شادي جي تقريب جون تصويرون نِتا جي ڀيءُ ڪڍيون. جيتوڻيڪ اهي تصويرون گم ٿي ويون، پر نِتا جون اُهي تصويرون جيڪي مون پنهنجي ڪئميرا سان ڪڍيون سي اڄان تائين محفوظ آهن. اسان شام ڌاري فارغ ٿي شادي تي آيل خرچ جو حساب لڳايو تہ اُهو ساڍا ست سَوَ روپيہ هو. جڏهن اسان شادي ۾ مليل پئسا ڳڻيا تہ اُهي اٺ سئو روپيا ٿيا. شادي کان هِڪ سال پوءِ نِتا اميد سان ٿي. هي اسان ٻنهي لاءِ ڏکيو وقت هو. ان وقت نِتا جي عمر صرف ارڙهن ورهيہ هئي ۽ کيس عملي طور دنيا جو ڪوبہ تجربو ڪونہ هو. هو خوش حال گهراڻي سان واسطو رکندي هئي. کين پنهنجي ڪار ۽ پُر آسائش گهر هو. پر هتي اسان جا ڏينهن ڏاڍا ڏکيا گذري رهيا هئا. هي ڏکيو وقت اسان تي 1960 کان 1970 تائين رهيو ۽ انهي سموري عرصي دوران نِتا جو والد اسان جي مالي سهائتا ڪندو رهيو. مان پنهنجي گهر کي گهڻو وقت نہ ڏئي سگهندو هوس. گهر هلائڻ نِتا جي حوالي هو.

جيئن جيئن سروودايا جو ڪم وڌڻ لڳو، تيئن مان گهر کي گهٽ وقت ڏيڻ لڳس. ايتريقدر جو جنهن وقت نِتا ٻار ڄڻڻ لاءِ اسپتال ۾ داخل ٿيندي هئي، تڏهن بہ مان وٽس گهٽ ئي ويهي سگهندو هوس. منهنجو وٽس

اچڻ وڃڻ انتهائي مختصر عرصي لاءِ هوندو هو. نتا مون کي ڇهه ڀار ڇٽي ڏنا پر مان ڪڏهن بہ سندس تيمارداري لاءِ وقت ڪڍي نہ سگهيس. جن ڏينهن ۾ کيس آخري ڀار پٽي چاڙهيو تن ڏينهن ۾ مون کي پريتوريڪو وڃڻو هو. مان ٻڏتر جو شڪار هوس تہ وڃان يا نہ وڃان؟! منهنجي مُونجهہ ڏسي نتا چيو تہ آري! مون ڀيا ڀار بہ تہ ائين ڇٽيا آهن. تنهن ڪري هي وقت بہ ائين ئي گذري ويندو. اسان لاءِ سروديا جو ڪم وڌيڪ اهم آهي. توکي وڃڻ گهرجي.'

اهڙي تسلي مونکي ڊاڪٽر ايس.ايچ.پي بہ ڏني. جنهن ڪانپوءِ مان پريتوريڪو روانو ٿيس.

## سياست

مون لاءِ اقتدار واري سياست ڪڏهن بہ تجسس يا اتساهہ جو ڪارڻ نہ رهي آهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙي قسم جي سياست، توهان کي، پنهنجي ماڻهن کان ڌار ڪري ۽ اقتدار جو ڳيجهو بنائي ٿي. مونکي اِها سوچ سندم ڇيني استاد ٻين، وٽان مِلي، جنهن مونکي ٻڌايو تہ 'جيڪڏهن تون آزاد رهي ڪري ڪم ڪرڻ چاهين ٿو تہ توکي اقتدار واري سياست کان پري رهڻ گهرجي.' ٻين ئي مونکي ٻڌايو تہ هڪ هٿياربند غنڊي کيس آڇ ڪئي هئي تہ جيڪڏهن 'ٻين' سندس سياسي حمايت ڪري تہ هو کيس موٽ ۾ اڻ لک آمريڪي ڊالر ڏيندو. هن وڌيڪ چيو تہ 'هن' اِها آڇ رد ڪري ڇڏي هئي. ڇو تہ هن مطابق پنهنجو روح وڪڻڻ عيوض، جيڪڏهن توهانکي سموري دنيا بہ منافقي ۾ ملي تڏهن بہ توهان کي ڪو فائدو ڪونهي.

منهنجي هندستاني دوست، جي پرڪاش نارائڻ، اِنهي جي بلڪل ابتڙ، اقتدار واري سياست جو رستو ورتو، جيتوڻيڪ مون کيس خط لکي جماعتي توڙي اقتدار واري سياست کان پري رهڻ لاءِ چيو هو. مون کيس اِهو بہ لکيو تہ گهڻ ۾ گهڻ سياسي جماعتن جي اتحاد جو نمائندو ٿيڻ کان

پاسيرو ٿئي. نارائڻ منهنجي صلاح نہ مڃي ۽ اليڪشن ۾ حصو ورتو. پر چوندن ۾ هُن منهنجي هِڪ ڳالهہ مڃي تہ مرار جي ديسائي جي حق ۾ وزارت عظميٰ جي اميدوار بيهڻ تان دستبردار ٿيو. نارائڻ ۽ ونوباو سان منهنجن لاڳاپن جو بنياد گانڌي جي تعليم هو. اِنهن ٻنهي ماڻهن، خاص طور ونوباوَ، ٻي زمين هارين لاءِ شاندار ڪم ڪيو هو، جي ڪاش جي بهار واري تحريڪ بہ گانڌي جي تعليمات جو عملي روپ هئي.

جي پرڪاش نارائڻ، سروودیا تحريڪ ڪي 1969 ۾ ٻہ دفعا ڏسي چڪو هو. جڏهن هو گانڌي جي سئو سالہ تقريبن جي حوالي سان سري لنڪا آيو تہ مون هن کي ملڪ جي اهم شهرن جو دورو ڪرايو هو. سري لنڪا جي صورتحال جو ويجهو مشاهدو ڪرڻ لاءِ، مون ڪيس تامل آبادي واري علائقي جافنا جو دورو بہ ڪرايو. مونکي اهو اندازو هو تہ سري لنڪا جا سياستدان منهنجي اِنهي عمل کي غلط رنگ ۾ پيش ڪندا. سري لنڪا جي پارليامنٽ ۾ هڪ اهم ڪميونسٽ اڳواڻ اِهو بيان ڏنو تہ مان جي پرڪاش نارائڻ وانگر سماجي ڪمن ذريعي سياست ۾ اچڻ چاهيان ٿو. اهڙن بحثن جو ٻيو تہ نتيجو نہ نڪتو پر سري لنڪا جي سياستدانن جي دلين ۾ منهنجي ۽ سروودیا جي خلاف نفرت جو ٻج ضرور پوکجي ويو.

1982 جي عام چوندن ۾ سري لنڪا جون سياسي پارٽيون هڪ اهڙي شخص جي تلاش ۾ هيون، جيڪو سندن گڏيل اميدوارن طور جي. آر. جئي ورڌني جي خلاف بيهي. سروودیا جي مقبوليت، جي پرڪاش نارائڻ سان دوستي ۽ پارليامنٽ اندر مونتي ٿيل بحثن، ملڪ ۾ افواهہ پيدا ڪيو تہ مان سياسي پارٽين جي گڏيل اميدوار طور چوندن ۾ حصو وٺندس. اِنهي عرصي ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ وجي ڪمار تنگا، اسانجي مرڪزي آفيس آيو ۽ سروودیا جي مختلف حصن جو دورو ڪيائين، ۽ پارليامينٽ ۾ نيل ورڪماسنگهي بيان ڏنو تہ آريارتني صدارتي اميدوار طور چوندن ۾

بيهندو. وجي ڪمارا تنگا جي دوري ۽ وڪرما سنگهي جي پارليامنٽ ۾ ڏنل بيان کي بنياد بنائي، مون خلاف اخبارن ۾ ڄڙتو مضمون بہ لکيا ويا. جن جي مون تنهن وقت ترديد بہ ڪئي.

## بابا جي وفات

19 اپريل 1960 ۾ تيلولا جي علائقي ۾، عالمي شرمدانا ڪئمپ جي انتظامن ۾ مصروف هئاسين تہ مونکي ڳوٺان ٽيليگرام مليو جنهن ۾ لکيل هو تہ، تنهنجي پيءُ کي ڏِڪو آيو آهي، جنهن ۾ سندس ڪرنگهي جو هڏو ڀڄي پيو آهي. ٽيليگرام پڙهڻ شرط مان جيپ ذريعي ٻن ڪلاڪن ۾ ڳوٺ پهتس جتي بابا جو يوناني علاج ٿي رهيو هو. ٻئي ڏينهن مان صبح جو گيل اسپتال جي ڊاڪٽر کي وٺي آيس. بابا کي چڱي طرح تپاسڻ کان پوءِ ڊاڪٽر مون کي انگريزي ۾ چيــو، 'تنهنجي پيءُ جي زندگي فــقط ٽي ڏينهن آهي. تنهنڪري اسپتال ۾ داخل ڪرائڻ بجاءِ بهتر آهي تہ مريض باقي ڏينهن گهر ۾ پنهنجن پارن سان گذاري. اسان ڪيس گهر ۾ بہ علاج جون اهي ئي سهولتون ڏينداسين جيڪي اسپتال ۾ ڏئي سگهون ٿا.' ڊاڪٽر کي اها خبر نہ هئي تہ بابا انگريزي بہ سمجهي سگهي ٿو. بابا ڊاڪٽر کي مخاطب ٿيندي چيو تہ 'ڊاڪٽر صاحب! توهان بہ منهنجي پٽ وانگر اعليٰ تعليم يافتہ آهيو. طب جي علم ۾ ڄاڻ رکو ٿا. پر هڪ ڳالهہ مان توهان کي ٻڌايان تہ منهنجو موت توهان جي اڳ ڪٿي مطابق نہ ٿيندو منهنجو موت 29 اپريل جي منجهند جو ٿيندو.'

بابا جي اها ڳالهہ ٻڌي ڊاڪٽر عجب ۾ اچي ڪنهن وقت مون ڏانهن تہ ڪنهن وقت بابا ڏينهن ڏسندو رهيو. ٿوري دير کان پوءِ هو بابا جي پرسان ويو ۽ ڏاڍي پنهنجائپ مان کائنس پڇيائين، 'چاچا! توهان پنهنجي وفات لاءِ اهو ڏينهن ڇو چونڊيو آهي؟'

'سائين'، منهنجي پيءُ ورائيو 'مون دنيا ۾ ڪجهہ چڱا ڪم ڪيا آهن

مون پنهنجي پٽ جي اهڙي طرح تربيت ڪئي آهي جيئن هو دنيا جي خدمت ڪري. مان پنهنجي پٽ جي انهي ڪم ڪي پنهنجن سيني ڪمن کان سٺو سمجهان ٿو. تنهنڪري مان موت کان ڊڄل ناهيان، هوئش منهنجو خيال آهي تہ پيڙا کان موت بهتر آهي. پر مان ڪنهن سٺي ڏينهن تي مرڻ چاهيان ٿو.

منهنجي لاءِ سٺو ڏينهن 29 اپريل آهي. انهي ڏينهن تي' اِڪا دوا سيري سميگلا نائڪي ٿيرو' وفات ڪئي هئي. 'اڪادوا سميگلا نائڪي' سنهالي قوم کي ٻيهر جيارو هو.29 اپريل تي منهنجي استاد سِري سمنا جوتيءَ وفات ڪئي هئي. تنهنڪري مان پڻ ساڳئي ڏينهن تي هي دنيا ڇڏڻ چاهيان ٿو.' بابا جو هي جواب ٻڌي ڊاڪٽر چپ ٿي ويو. پر مون کي اهو احساس ٿيو تہ منهنجي بابا جي دل ۽ دماغ ڪيڏا نہ مضبوط آهن! ڊاڪٽر کان موڪلائي مان گهر واپس آيس تہ گهر جي سڀني ڀاتين کي تاڪيد ڪيم تہ هو 28، 29 ۽ 30 اپريل تي ڪيڏانهن بہ نہ وڃن. مان ننا ۽ پنهنجي ڀائرن کي وٺڻ لاءِ جلدي ڪولمبو آيس. اسان سڀني مذهبي رسمن جا بندوبست ڪرڻ شروع ڪيا. 28 اپريل کان هڪ ڏينهن اڳ بابا منهنجي ننڍي ڀيڻ آمرا کي سڏيو، جنهن جي ڪجهہ عرصو اڳ شادي ٿي هئي. بابا پنهنجي ڪمزور آواز ۾ چيو، بس! هڪڙو ٿي ڏک آهي تہ توکي اجان اولاد نہ ٿيو. مان پنهنجي ٻئي جنم ۾ تنهنجو پٽ ٿيندس.' 20 اپريل تي بابا جي زبان بيهي وئي ۽ هن ڳالهائڻ ڇڏي ڏنو. مان سمجهي ويس تہ هاڻ آخري گهڙيون اچي ويون آهن. اسان سڄي رات جاڳي مٿس ٻڌمت جي مذهبي ڪتاب جو ورد ڪندا رهياسين. 29 تاريخ، فجر مهل هن پنهنجون بند اکيون ڪجهہ وقت لاءِ کوليون ۽ چِڻ ڪجهہ چوڻ چاهيائين پر چئي نہ سگهيو. هڪ وڳي ڌاري اسان محسوس ڪيو تہ هاڻي سندس وقت پورو آيو آهي. اسان سڀ سندس کٽ جي چوڌاري ويٺا ۽ ويٺا هئاسين مون سڀني کي ورد جاري رکڻ لاءِ چيو. ڇاڪاڻ تہ اسان جو اعتقاد آهي تہ مرڻ واري جي آخري سوچ

سندس ٻئي جنم تي سنو يا خراب اثر وجهي ٿي. بابا تيزي سان وڏا وڏا ساهه کڻڻ لڳو. هن پنهنجي اکيون کوليون ۽ اسان سڀني ڏانهن ڏٺو. سندس چپن تي ڪجهه مرڪ به آئي. پوءِ هُن پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيون. جيئن هن پنهنجون اکيون بند ڪيون تيئن منهنجي ننڍڙي پيڻ آمرا سندس چهري کي چمندي دانهن ڪئي، 'بابا! پنهنجي ٻئي جنم ۾ منهنجو پٽ ٿجانءِ.'

امان جڏهن باڻ کي سنڀالي ورتو ته پوءِ مون کي چيائين، 'اُنهي ۾ ڪوبه هرج ڪونهي جيڪڏهن توکي سرڪاري نوڪري ڇڏڻي پوي ۽ پينشن نه به ملي تون تمام وڏو ڪم ڪري رهيو آهين. مون لاءِ اهو اطمينان ڪافي آهي ته سروودايا يتيم ٻارڙن جي پر گهور لهي رهي آهي هي ڳالهه سوچيندي منهنجا سڀ غم ۽ فڪر لهي ويندا آهن. مان هر روز اِهائي دعا گهرندي آهيان ته ٻُڌ توکي هر تڪليف کان محفوظ رکي.'

منهنجو اهو زور هوندو هو ته اسين سڀ گڏ رهون. پر امان انهيءَ کان لنوائيندي هئي. آخرڪار هن منهنجي ڳالهه مڃي ۽ اسين سڀ، مان، نتا، اسان جا ٻار ۽ منهنجي سس گڏجي رهڻ لڳاسين. ۽ اهڙي طرح اسان جو خاندان سري لنڪا جو هڪ وڏي ڪٽنب ڳنڍجڻ لڳو.

## شوماخر سان منهنجي دوستي

1972 کان اڳ ۾ مان شوماخر کي ذاتي طور سڃاڻندو هوس. هو سري لنڪا ۾ موجود اسان جي هيڊ ڪواٽر ۾ اچي چُڪو هو، ۽ مان انگلنڊ ۾ سندس ٻه ڀيرا مهمان رهيو آهيان. مان انهن ٿورن خوش نصيبن ۾ آهيان، جن 'سمال از بيوٽي فل' کي مسودي جي شڪل ۾ پڙهيو ۽ مٿس ڇپائڻ لاءِ زور ڀريو. انهي ڪتاب جي ڇپجڻ کان جلدي پوءِ اسان سروودايا پاران 'سمال از بيوٽي فل'جو سنهالي ترجمو ڇپرايو. شوماخر منهنجو تمام

پيارو دوست هو، جنهن جي نالي تي انگلنڊ ۾ ڪاليج بہ قائم ڪيو ويو آهي. اسان هڪ دفعي ويانا ۾ ٿيندڙ 'رضاڪارانہ خدمت' جي عنوان تحت بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ گڏياسين، جتي اسان ٻنهي ڪي اهم تقريرون ڪرڻيون هيون. اسان ٻنهي جي رهائش آسبرگ محلات ۾ هئي، جتي اسان ڪيترائي ڏينهن پارڪن ۾ گهمندا ۽ ڪچهريون ڪندا رهياسين. اڄ مون ۾ جيڪي بہ چڱايون آهن سي سندس ڏاهپ مان ورثي هڪ ماسو آهن.

هڪ دفعي نيدرلينڊ جي نجمي گان يونيورسٽي ۾ ماهرن جي هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ مون کي شوماخر جي تقرير کان پوءِ تقرير ڪرڻي هئي. هي ڪانفرنس فيبروري 1976 ۾ اپيرو پرائيٽ ٽيڪنالاجي جي نالي سان 'ٽول' نالي آرگنائيزيشن طرفان ڪوٺائي وئي هئي. ڪانفرنس ۾ سوين ماهر شريڪ ٿيا هئا. ڪانفرنس شروع ٿيڻ ۾ ڪي پنج منٽ وڃي بچيا هئا تہ شوماخر جي لنڊن مان فون آئي تہ منهنجي پاران آريارتني ڳالهائيندو. چاڪاڻ تہ لنڊن کان منهنجي اُڏام ڪجهہ ڪلاڪ ليٽ ٿي وئي آهي. مون کي وري فون ڪري چيائين تہ مان وري تنهنجي پاران اتاريل نقطن تي اچي ڳالهائيندس. انهي ليڪچر ۾ مون ٻوڌي اقتصاديات جي چئن بنيادي نقطن تي ڳالهايو. جڏهن شوماخر پهتو ۽ منهنجي تقرير جي ريڪارڊنگ ٻڌائين تڏهن چيائين تہ اهو صحيح ٿيو جو منهنجي اڏام ليٽ ٿي وئي ۽ تو ڳالهايو. اهو ڊاڪٽر شوماخر ئي هو جنهن مون کي عوامي ترقي ۽ تحريڪ لاءِ ٻڌمت جي اقتصاديات جي گهري اڀياس ڪرڻ تي همٿايو. مون انهي تعليمات ۾ ئي ڪجهہ بنيادي اصول ڳولي لڌا جيڪي سروودايا تحريڪ جو جوهر آهن.

# منهنجا ويچار

سرووديا معنيٰ سڀني جي جاڳرتا- فرد کان وٺي سموري انسانذات جي جاڳرتا. هتي سجاڳي جا مظهر روحاني، اخلاقي، ثقافتي، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي آهن. ڪنهن به هڪڙي مظهر ۾ اسان جو عمل ٻئي مظهر تي اثرانداز ٿئي ٿو. اسان جي چڱي هجڻ يا سڀني جي ڀلائي جا ماخذ سچ، عدم تشدد ۽ پاڻ ارپڻ ۾ آهن. اسين جڏهن 'ڏک' جي اعليٰ سچ جو ڇيد ڪريون ٿا تڏهن ئي اسان سڀني جي اعليٰ سچ ۽ نجات جي اعليٰ رستي تائين پهچون ٿا. سچ جون ست منزلون آهن.

1. درست سمجهه
2. لفظن جي درست چونڊ
3. حلال روزي
4. دُرست شعور ۽ سوچ
5. دُرست ڪم
6. درست جدوجهد
7. دُرست غور ويچار

شوماخر پنهنجي ڪتاب 'سمال از بيوٽي فل' ۾ لکي ٿو ته اقتصادي ماهر به، ٻين ماهرن جيان تصوراتي نظرن کان وانجهيل آهن. هو سمجهن ٿا ته سندن سائنسي عمل مڪمل آهي ۽ ڪائنات جو سمورو وهنوار مفروضن تي ٻڌل آهي. اقتصادي ماهر ته ايترو اڳتي به وڌي ويا آهن جو چون ٿا ته اقتصادي قانون قدرت جي مظهرن کان به مٿانهان آهن. اهي ائين به سمجهن ٿا ته سياسي اقتصاديات جو مطلب آهي دولت ۾ واڌارو ته پوءِ اهڙن ماڻهن آڏو روحاني دولت ۽ مذهبي قدر ڪهڙي اهميت رکندا هوندا.

## ٻڌمت ۽ دولت

ٻڌمت ۾ ڪڏهن بہ دُرست طريقي ۽ عمل سان دولت ڪمائڻ جي مخالفت نہ ڪئي وئي آهي. حقيقت ۾ ٻڌمت جي سنئين واٽ تي هلڻ لاءِ انن هدايتن مان هڪ هيءَ بہ آهي تہ ڪيئن بهتر طريقي سان دولت ڪمائي سگهجي ٿي. ٻڌمت ۾ دولت گڏ ڪندڙن لاءِ ٻڌايو ويو آهي تہ ڪين تمام گهٽي محنت ۽ بي پناهہ جذبي جهڙيون ضروري خاصيتون هئڻ گهرجن. ٻڌ اهو بہ ٻڌايو تہ واندو ڪڏهن بہ امير نٿو ٿي سگهي. ٻڌمت ۾ واندي ۽ نڪمي ماڻهو جي پيٽ انڌي سان ڪئي وئي آهي. ٻڌمت موجب دولت ٽن طريقن سان ڪمائي سگهجي ٿي. پهريون 'غير قانوني ۽ تشدد ذريعي' ٻيو 'غير قانوني ۽ عدم تشدد ذريعي،' ' ٽيون قانوني ۽ عدم تشدد ذريعي.' ٽئين طريقي کي دُرست قرار ڏيندي ٻڌ چوي ٿو تہ خوشين جا ڳولائو ۽ اورچ ماڻهو انهي جي چونڊ ڪندا آهن. پنهنجي هڪ شاگرد کي هدايت ڪندي ٻڌ کيس چوي ٿو، 'هنر ۾ پڙ ٿي، پنهنجي ڪِرت ۾ مهارت حاصل ڪري سچو وقت انهي جي خبرداري سان حفاظت ڪر' سنگت صرف ڏاهن، باڪردار ۽ سٺن سان رک، معاشي طور متوازن زندگي گذار، زندگي گذارڻ جو اهوئي ڍنگ اختيار ڪر.

ساڳي طرح هو پنهنجي شاگردن کي ڪنگلي ٿيڻ جا چار بنيادي سبب ٻڌائي ٿو، 'عورتن سان ڇڙواڳ زندگي گذارڻ،' 'اخلاقي حدون اورانگهڻ،' 'جوا ۽ بدڪارن سان دوستي'. 'ٻڌ دولت وڃائڻ ۽ بدنام ٿيڻ جا ڇهہ ٻيا سبب ٻڌائي ٿو. اهي آهن: 'نشو ڪرڻ' 'بيگاهہ وقت آوارگي' 'اجايو رلڻ' 'جوا' 'خراب ماڻهن سان سنگت' ۽ 'نڪمن ماڻهن سان وقت گذارڻ.'

پهرين سبب جي نتيجي ۾ 'ماڻهو دولت وڃائي، جهيڙا ڪري ٿو، بيمارين جو شڪار بہ ٿئي ٿو، سندس ساک پت ختم ٿي وڃي ٿي، ۽ آخر ۾

هو پنهنجو ذهني توازن بہ وڃائي ويهي ٿو.‘

ٻي صورتحال جي نتيجي ’هو پنهنجي خاندان لاءِ مسئلن جو سبب بنجي ٿــو، ڇاڪاڻ تہ بيگاهہ وقت رُلڻ جي ڪري ڏوهن ڏانهن راغب ٿي سگهي ٿو.‘

ٽئين صورتحال جي نتيجي ۾ ’هو پنهنجو وقت زيان ڪري ٿو. ناچ، گانا، راڳ رنگ ۽ ٻيو سطحي خوشيون تلاش ڪرڻ لڳي ٿو.‘

’جوا ڪندڙ شخص ڪنهن جي بہ فتح مندي تي ڪڏهن بہ سَرهو نہ ٿيندو ۽ سندس هار ڪيس چيڙائيندي. نتيجي ۾ هر وقت رنج جو شڪار رهي ٿو.‘

پنجين صورتحال ۾ ’هو غلط ماڻهن سان دوستي رکڻ ڪري پاڻ بہ اتڪل باز، ڪوڙو ۽ آخر ۾ ڏوهاري بنجي وڃي ٿو.‘

ڇهين صورتحال ۾ ’هو واندن جو يار هوندي، پاڻ بہ ڪم ڪان نٽائي ٿو، حيلا بهانا ڪري ٿو ۽ چوي ٿـو، ڪم جي ڪهڙي جلدي آهي. ڪم ڪرڻ لاءِ عمر پئي آهي، هاڻي دير تہ ٿي وئي وري سياڻي، هاڻي تہ سيءُ آهي. هاڻي گرمي آهي، هاڻ بک لڳي آهي، هاڻ تہ پيٽ ڀريو پيو آهي، اهڙي طرح ڪائنس ڪو ڪم نٿو پڄي.‘

ٻڌمت ۾ سڀ کان اتم ۽ اعليٰ دولت، ’خوشي‘ آهي، ٻڌ فلسفي موجب ڪجهہ ٻيون بہ دولتون آهن، جهڙوڪ:

ايمان جي دولت
سچائي جي دولت
ضمير جي دولت
بدنامي جي ڊپ جي دولت
ٻڌڻ جي دولت
فائديمندي جي دولت
ڏاهپ جي دولت

## ٻوڌي فلسفو ۽ حڪمران جا فرض

ٻوڌي فلسفي مطابق حڪمران جا ڏهه فرض آهن، جيڪي ڪيس پورا ڪرڻا آهن، سي هي آهن.

- هو پنهنجي دولت عوام تي خرچ ڪري.
- شرافت جو پتلو هئڻ گهرجي. ڌوڪي، چوري، ڪوڙ، فريب ۽ نشي کان پري هجي.
- هو عوام جي فائدي لاءِ هر شيءِ قربان ڪري. ذاتي آسائش، سهولت، مشهوريءَ ايتريقدر جو پنهنجي زندگي به عوامي مفاد ۾ قربان ڪري ڇڏي.
- هو هر ڊپ کان آجو پنهنجن ارادن ۾ نيڪ هجي ۽ عمل ۾ رياڪاري نه ڪري
- هو مهربان ۽ ڀوڳهي طبيعت وارو هجي.
- هو سادي زندگي گذاريندڙ عياشين کان پري ڀڄندڙ هجي ۽ پاڻ تي ضابطو رلندڙ هُجي.
- هو ڪنهن به فرد خلاف نفرت، بُري نيت ۽ دشمني رکندڙ نه هجي.
- هو عدم تشدد ۾ يقين رکندڙ هجي. فقط پاڻ عدم- تشدد جو حامي نه هجي، پر پنهنجي مُلڪ ۾ اهڙن سڀني عملن کي روڪي جن سان زندگي جو زيان ٿئي ٿو.
- هو صبر وارو هجي، ٻين جو بار کڻڻ، درگذر ڪرڻ، پنهنجي رويي ۾ منفي تبديلي آڻڻ کان سواءِ هر ڏکيائي، تڪليف ۽ بي عزتي برداشت ڪري.
- هو نه مخالفت ڪري نه ئي روڪي، يعني عوامي مفاد لاءِ جيڪي به سرگرميون ٿين، نه تن جي نه مخالفت ڪري نه ئي ڪين روڪي.

’پنهنجو پاڻ سجاڻپ‘ ڏکيو ۽ تڪليف ڏيندڙ عمل آهي. جنهن لاءِ ذهن، زبان ۽ جسم کي ضابطي ۾ رکڻو پوي ٿو. تمام ٿورا ماڻهو اهڙا هوندا آهن جيڪي هِن رستي تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. تنهن هوندي به هن رستي تي هلڻ لاءِ ٻين کي همٿائجي. ٻڌمت ۾ نرواڻ کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. انساني شخصيت جي جاڳرتا، ٻڌمت ۾ اعليٰ ترين مقام رکي ٿو. نرواڻ جو مطلب آهي ته وجود وڃائڻ، نرواڻ حاصل ڪيل ماڻهو جمڻ ۽ مرڻ جي چڪر کان نڪري وڃي ٿو. اُهو شخص آزاد هوندو آهي ڇو ته زندگي سبب بنجي ٿي سيني قسمن جي پيڙائن جو. ترقي جا ٻيا سڀ وسيلا ۽ ذريعا انهي شخصي جاڳرتا جي چوگرد گهمن ٿا.[ جاڳرتا جي عالمي فريم ورڪ لاءِ ڏسو ضميمو پهريو خاڪو پهريون]

## شرمدانا

شرمدانا جي لفظي معنيٰ پورهئي ذريعي حصو ادا ڪرڻ يا چندو ڏيڻ آهي. پر اسان شرمدانا کي وسيع معنيٰ ڏيندي چئون ٿا ته شرمدانا معنيٰ پنهنجو وقت، سوچ، ڪوشش ۽ ٻيا وسيلا ڪميونٽي سان گڏ اهڙي نموني ادا ڪرڻ، جو پنهنجي ۽ ٻين جاڳرتا ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو هيءَ تحريڪ سري لنڪا جي سرووديا شرمدانا تحريڪ جي نالي سان مشهور آهي.

سرووديا 10 بنيادي انساني ضرورتن کي مڃيو آهي. جنهن جي حاصل ڪرڻ سان ماڻهو غربت جي دائري ۾ نٿو اچي. اهي سڀ ضرورتون هڪ مطمئن ڪندڙ سماج جو تعين ته ڪن ٿيون پر اهي ضرورتون پوءِ ڊائپ وارو سماج نٿيون جوڙن. اسان امير فرد يا امير ڪميونٽيون ناهڻ جو تصور ڪونه ٿا ڏيون. پر انهيءَ جي پيٽ ۾ ’غربت کان آجو سماج‘ جي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا. اسان پنهنجي تجربي جي بنياد تي چئي سگهون ٿا ته اهڙو سماج قائم ڪري سگهجي ٿو، جيڪڏهن اسان پنهنجو پاڻ کي سڃاڻون

۽ پاڻ ۾ جاڳرتا آڻيون ۽ هڪ ٻئي جي وسيلن کان مدد وٺون ته پوءِ اسان انسان ذات جون ڍهه بنيادي ضرورتون پوريون ڪري سگهون ٿا. مثال طور ڳوٺ لاءِ پڪو رستو ڳوٺاڻن جي بنيادي ضرورت آهي. پر حڪومت بجيٽ جي گهٽتائي جاڻائيندي، روڊ نه ٿي ناهي پر ڳوٺاڻا انتظار چو ڪن، انهن کي به ته پنهنجو فصل شهر جي منڊي ۾ پهچائڻو آهي، ٻارن کي اسڪول وڃڻو آهي ۽ بيمار کي اسپتال نيڻو آهي. هاڻي انهي ضرورت کي سروديا جي حوالي سان سوچيو ۽ فيصلو ڪريو ته اهو روڊ توهان کي ئي ٺاهڻو آهي، پر روڊ ٺاهيندي، اهو پورهيو توهان تي به اثرانداز ٿئي ٿو ۽ نوان مثبت اثر پون ٿا.

شرمدانا ڪئمپ لڳڻ کان اڳ ۾، ڳوٺاڻي تنظيم پنهنجن ساٿين کي مختلف گروپن ۾ ورهائي ٿي. جتان به روڊ گذرڻو آهي، انهيءَ زمين جي مالڪ کان لکت ۾ رضانامو ورتو ويندو آهي. روڊ لاءِ ٺڪون لڳايون ويندون آهن، انهيءَ کان پوءِ روڊ ٺاهڻ ۾ جيڪي اوزار، ڪوڏر، بيلچو، ڪهاڙيون وغيره استعمال ٿيڻيون هونديون آهن، سي گڏ ڪيون وينديون آهن. اهو سڀ بندوبست ڪرڻ کان پوءِ رضاڪارن جي رهائش جو پرواري ڳوٺ ۾ بندوبست ڪيو ويندو آهي. انهيءَ ڪئمپ جو اطلاع لاڳاپيل حڪومتي اداري کي ڏنو ويندو آهي. انهيءَ کان پوءِ شرمدانا جو ڪم شروع ٿيندو آهي، جيڪو ڏهاڙي سراسري طور اٺ ڪلاڪ جاري رهندو آهي. اهڙي طرح هر روز سڀ شرڪت ڪندڙ به ڪلاڪ ڪٽنبي گڏجاڻين لاءِ به ڪيندا آهن.

ڪٽنبي گڏجاڻين جو مقصد صرف منصوبن لاءِ رٿابندي ڪرڻ نه هوندو آهي پر انهيءَ کان سواءِ هو روحاني، اخلاقي ۽ ثقافتي پهلوئن تي ڳالهائيندا آهن. اهڙي طرح هو سڀ گڏجي هڪ نئين سماج جو بنياد وجهن ٿا.

ڪئمپ جا اڳواڻ ڪين کي ٻڌائيندا آهن ته ڪئمپ ۾ گڏجي پورهيو ڪرڻ ۽ گڏ گذارڻ جا اخلاقي ضابطا ڪهڙا آهن. عام طرح هر ڪئمپ ۾

تن موضوعن تحت ضابطا بڌايا ويندا آهن. اهي موضوع هي آهن: پنهنجو بچاءُ، خود- ضابطو ۽ پاڻ- ارپڻ.

پنهنجو بچاءُ جي مد ۾ کين ٻڌايو ويندو آهي تہ، هو ندين، تلاون ۾ نہ وهنجن ۽ اهڙن ٻين جو کاتن ڪمن کان پاسو ڪن. وغيره خود- ضابطو تحت کين کي سمجهايو ويندو آهي تہ هو هڪ ٻئي سان ڪيئن پيش اچن، گفتگو ڪيئن ڪن، ان کانسوءِ پنجن ڳالهين جهڙوڪ: قتل ڪرڻ، چوري ڪرڻ، وحشي خواهشن جو پورائو ڪرڻ، نشو واپرائڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ کان کين روڪيو ويندو آهي. ساڳي نموني خود ارپڻ تحت کين سمجهايو ويندو آهي تہ هو ذهني پختگي پيدا ڪن، جيئن هو پاڻ تي قابو پائي سگهن، واندا نہ ويهن، جنس، عمر، مذهب ۽ ٻين تفاوتن جي بنياد تي متڀيد نہ ڪن ٿا. سروديا ڪئمپ، زندگي جي يونيورسٽي آهي. جتي سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪابہ جهل پل نہ آهي، جتي ٻين سطحن تي شرڪت ڪندڙ سکن ٿا. هڪ تہ جسماني ڪم ڪندي هو پورهئي جي اهميت کان واقف ٿين ٿا، پورهئي کان لطف اندوز ٿين ٿا. ٻي طرف هو روحاني سڪون حاصل ڪن ٿا. شرمدانا ڪئمپ ۾ اڪثريت اهڙن نوجوانن جي هوندي آهي جيڪي يا اسڪول مان فارغ ٿيڻ وارا هوندا آهن يا فارغ ٿي چڪا هوندا آهن. انڪري جڏهن هو ڳوٺائن سان ٻهربون پيرو گڏجي ڪم ڪندا آهن تہ هو گڏيل ڪم جي اهميت ۽ ٻين جي لاءِ ڪم اچڻ جي جذبي کان آگاهہ ٿيندا آهن.

اهڙي طرح ڪئمپ ۾ ڪم ڪندي هر رضاڪار جي شخصيت ۾ نکار اچي ٿو ۽ هو پيار ۽ ڀاڀوهہ [Metta] ڪهل [Karuna] ٻين جي خدمت ڪندي مزو[Mudita] ماڻي ٿو. انهيءَ کان سواءِ کٽڻ، هارائڻ، مشهوري، بدنامي، ڪاميابي، ناڪاميابي جي دٻ کانسواءِ زندگيءَ مان بہ سکي ٿو.

اهڙي طرح ڪئمپ ۾ ڪم ڪندي هر رضاڪار جي افاديت کان واقف ٿئي ٿو. وٺندڙ ٻول ٻڌي ٿو، تعميري عمل ۾ حصو وٺي ٿو، سنگت ۾

برابري جي بُنياد تي ڪم ڪري ٿو.

سروديا شرمدانا طريقي تحت ڪميونٽي دولپمينٽ لاءِ ڪم ڪندڙن لاءِ هڪ نفسياتي ۽ سماجي جوڙجڪ ترتيب ڏني وڃي ٿي. انهيءَ جوڙجڪ ۾ اهم ڪردار ڪميونٽي جو ئي آهي. اِها نفسياتي ۽ سماجي جوڙجڪ انسان کي هڪ اهڙو ماحول ڏئي ٿي، جنهن تحت هو پنهنجي صلاحيت جو مڪمل اظهار ڪري سگهن ٿا. انهيءَ کان سواءِ هو پورهئي جي تحفي جي اهميت کان واقف ٿين ٿا. ڇو تہ اهو تحفو تہ ڪير ۽ ڪيڏي مهل بہ ڏئي سگهي ٿو.

## غربت کان آجو سماج

سروديا جو اقتصادي مقصد غربت کان آجي سماج جو قيام آهي. سروديا انهي مقصد کي رد ڪري ٿي تہ دولت صرف چند فردن جي هٿ هيٺ رهي. ڪوبہ سماج يا دنيا دولتمند لاءِ قائم نٿو رهي سگهي ڇو تہ دولت گڏ ڪرڻ لاءِ سڄي سماج کي اخلاقي، روحاني، سماجي قيمت ڏيڻي پوي ٿي. انهيءَ کان سواءِ دولتمند سماج ۾ غريب ۽ امير جي وچ ۾ ويڇو ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو آهي.

ڪنهن بہ ملڪ جي ترقي جي رفتار انهي ڳالهہ مان معلوم ڪري سگهجي ٿي تہ انهي جي ڪيتري آبادي غربت ۾ نٿي گذاري. هاڻي اهم اها ڳالهہ آهي تہ سروديا غربت جي بغير سماج قائم ڪرڻ لاءِ ڪهڙيون ڪوششون وٺي رهي آهي. سروديا جو خيال آهي تہ انسان جون ڏهہ بنيادي ضرورتون آهن جن کي پورو ڪرڻ گهرجي اها بہ ڳالهہ آهي تہ هر بنيادي ضرورت جي پويان 15 کان 20 ضرورتون آهن، ۽ اهي ضرورتون حالتن مطابق تبديل ٿينديون رهن ٿيون. جيئن ڪپڙا تہ انسان جي بنيادي ضرورت آهي پر سياري ۽ اونهاري ۾ اها ضرورت مختلف ٿي سگهي ٿي. سروديا ڪڏهن بہ

آمدني ۽ ملازمت کي انسان جون بنيادي ضرورتون نہ سمجهيو آهي ڇو تہ آمدني ۽ ملازمت بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ جو وسيلو آهن. هوڏانهن اسان انهي خيال کي بہ هٿي ڏيون ٿا تہ ڪٽنب ۽ سماج جا سڀ فرد مصروف هجن تہ جيئن هو پنهنجي صلاحيتن، هنرن ۽ سوچن کي عمل هيٺ آڻي پنهنجن مسئلن جا حل ڳولهين.

غربت اڪيلي سر قائم ۽ دائم ڪانهي، پر انهيءَ جو وجود ٻين عنصرن جي ڪري بہ قائم ۽ دائم آهي. اهي مددگار جُزا هي آهن: جهالت، بيماري، سماج ۾ جمود طاري ٿيڻ ۽ وسيلن جو غلط استعمال وغيره. انهي غربت جي خودرو ڦيري کي رد ڪبو تہ انهي جي جاءِ تي اُميد جو خودرو ڦيرو جنم وٺندو جنهن جو ذڪر گوتم ٻڌ هن طرح ڪيو آهي ’اهو اميد جو ڦيرو هي آهي، ’ڏک جو موجود هجڻ، ڏُک جي هجڻ جو سبب، اهو سبب ختم ڪري سگهجي ٿو ۽ اهو ختم ڪرڻ جي واٽ موجود آهي.‘

هاڻي جيڪڏهن انهيءَ سچ کي بنياد بنائي سري لنڪا جي ڳوٺن جي تباهيءَ ۽ بربادي لاءِ سوچيو تہ هينيان نقطانظر ايندا، جيڪي عام طرح سيني ڳوٺن جي تباهي جو سبب بنجن ٿا.

انا پرستي، هوس، غير ضروري ڇنائپيئي ۽ خراب سماجي ۽ اخلاقي عمل. هاڻ جيڪڏهن انهن قوتن کي مثبت طريقي سان عمل ۾ آڻجي تہ انهن قوتن جي جڳهہ تي سهڪار، درست سوچ ۽ مثبت عمل سرگرم ٿيندا. انهيءَ سوچ کي بنياد بنائي ڳوٺن جي ٻيهر جاڳرتا جو ڪم شروع ڪجي ٿو. [سروديا جي ڳوٺن کي ٻيهر جاڳائڻ لاءِ ڏسو ضميمو پهريون خاڪو پيو ۽ ٽيون]

سرووديا پنهنجي تجربي جي بنياد تي ڳوٺاڻي ترقي جا پنج ڏاڪا طئي ڪيا آهن. جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

**ڏاڪو پهريون**

هن ڏاڪي تحت، ڳوٺ ۾ سرووديا شرمدانا ڪئمپ لڳائي وڃي ٿي، جنهن ۾ انهي ڳوٺ جا فرد ۽ رضاڪار شرڪت ڪن ٿا. هي ڪئمپون روڊن، ڪميونٽي لاءِ ڪاڪوسن، کوهن، تلائن، وٽڪاري ۽ ٻئي اهڙي گڏيل ڪم لاءِ هڻئي ويندي آهي.

**ڏاڪو ٻيو**

هڪ عُمر ۽ سماجي طرح هڪ طبقي سان واسطو رکندڙ گروپ قائم ڪيا ويندا آهن جيئن مائرن جو گروپ، ٻارڙن جو گروپ، هارين جو گروپ، نوجوانن جو گروپ، بزرگن جو گروپ. هي گروپ ان ڪري قائم ڪيا ويندا آهن ته بنيادي ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿي سگهن.

**ڏاڪو ٽيون**

هن ڏاڪي تحت ڳوٺ ۾ سرووديا شرمدانا سوسائٽي قائم ڪري سرڪار وٽ ان جي داخلا ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ کان پوءِ اها سوسائٽي اهڙيون سرگرميون شروع ڪري ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ ڳوٺاڻا پنهنجون بنيادي ضرورتون پوريون ڪري سگهن. انهي ڏاڪي تحت ڳوٺ ۾ گڏيل ۽ منظم اڳواڻي جنم وٺي ٿي ۽ سندس زندگي جو معيار وڌڻ شروع ٿئي ٿو.

**ڏاڪو چوٿون**

هن ڏاڪي هيٺ ڳوٺاڻي سوسائٽي سرووديا اڪنامِڪ ڊولپمينٽ سروس شروع ڪري ٿي، جنهن تحت ڳوٺاڻن جي صلاحيتن کي وڌيڪ

نڪاريو وڃي ٿو تہ جيئن هو بچت ڪن، قرض جو درست استعمال ڪن، موجوده ڏنڌن کي سڌارين، نوان اقتصادي ڪم شروع ڪن ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ ترقياتي بئنڪ جي شروعات ڪن.

**پنجون ڏاڪو**

هن ڏاڪي تائين پهچندي مختلف ڳوٺاڻيون بئنڪون هڪ ٻئي سان سهڪار ڪن ٿيون. هڪ ٻئي سان تعاون ڪندي هڪ ٻئي جي پيداوار ۽ خدمتن جي شعبي مان فائدو وٺن ٿيون. جڏهن سري لنڪا جا اڪثر ڳوٺ سروديا جي فلاسفي تي عمل ڪندي هن ڏاڪي تي پهچندا تہ پوءِ خودبخود متبادل ترقي جو رستو شروع ٿي ويندو.

## سروديا جا شعبا

سروديا اڪنامڪ انٽرپرائز ڊولپمينٽ سروسز 'سيڊس' قانوني طرح هڪ آزاد ادارو آهي سيڊس پنهنجي شروعات 1986 ۾ پنجن ضلعن کان ڪئي.

سيڊس جو مقصد آهي تہ ماحوليات دوست صنعتون ۽ ڌنڌا ڳوٺن ۾ متعارف ڪرائجن جنهن تحت سنهالي ڳوٺاڻن جي زندگي گذارڻ جي طريقي ۽ قدرن جو تحفظ ڪجي. انهي کان سواءِ 'سيڊس' جو مقصد آهي سري لنڪا جي ڳوٺن مان غربت گهٽائڻ، جنهن لاءِ سيڊس هيٺيان قدم کڻي رهي آهي.

- سروديا شرمدانا سوسائٽي جي ميمبرن جي آمدني ۽ اقتصادي صورتحال کي ٽانيڪو ڪرڻ يا وڌائڻ.
- هر هڪ سروديا شرمدانا سوسائٽيءَ کي پاڻ ڀرو، پنهنجي پيرن تي بيٺل ۽ پنهنجا معاملا پاڻ نبيرڻ وارو ڳوٺاڻو ادارو بڻائڻ.

سيڊس جي ڪم کي وڌائڻ تہ جيئن هو متبادل ترقياتي ادارو بڻجي سگهي.

سيدس جا ٽي بنيادي شعبا آهن.

## سيدس بئنڪنگ شعبو

هن ٻويزن جا هيٺيان مقصد آهن.

- ڳوٺاڻن کي سيدس پروگرام بابت آگاهي ڏيڻ.
- سروديا سوسائٽي جي ميمبرن کي متحرڪ ڪرڻ.
- انسان جي بنيادي ضرورتن جي پورائي لاءِ ناڻو مهيا ڪرڻ.
- نهايت ئي اعليٰ ۽ سيني ميمبرن کي نظر ۾ رکندي، قرضن جو بندوبست ڪرڻ.
- زندگي جو معيار وڌائڻ لاءِ آمدني پيدا ڪندڙ قرض ڏيڻ.
- جتادار گذارن جي وسيلن پيدا ڪرڻ لاءِ عورتن کي همٿائڻ تہ هو آمدني وڌائيندڙ منصوبا شروع ڪن.

## سيدس انٽرپرائز شعبو

- آمدني ۽ ٻئي شعبي لاءِ جمع ٿيل منصوبن جي فني جانچ جونچ ڪرڻ ۽ قرض وٺندڙ کي صلاح مشورا ڏيڻ.
- نين ٽيڪنالاجين جي چند چاڻ ڪري تجرباتي طور هلائي ڏسڻ تہ هو ڳوٺاڻن لاءِ ڪيئن فائديمند ثابت ٿي سگهن ٿيون.
- پراڻن ۽ نون قرض وٺندڙن جي تربيت ڪرڻ تہ جيئن هو پنهنجي منصوبن کي وڌائي ۽ جاري رکي سگهن.
- ڳوٺاڻن کي وقت تي ڪمائتي مارڪيٽ بابت چاڻ ڏيڻ.
- مختلف نمائشن ۽ واپاري ميلن ۾ شرڪت ڪرڻ ۽ اهڙن ميلن جو بندوبست ڪرڻ جيئن ميلي ۾ ٻين شرڪت ڪندڙن کي اداري جي هئڻ جو احساس ٿي سگهي.
- مشاورتي بنياد تي پنهنجون خدمتون رياستي ادارن ۾ ٻين غير سرڪاري ادارن کي مهيا ڪرڻ.

## سيڊس ٽريننگ ڊويزن

گهٽي کان گهٽ فردن تائين پهچڻ لاءِ پنهنجن تربيتي موضوعن تي واڌارو ڪرڻ.

سرووديا شرمدانا سوسائٽين جي عهديدارن ۽ ملازمن جي تربيت ڪرڻ ته جيئن ڳوٺ اندر جٿادار تنظيمي ڍانچو وجود ۾ اچي.

- مجيل تربيتي طريقي ڪار تحت سيڊس سان لاڳاپيل فردن جي انتظام ڪاريءَ واريون صلاحيتون وڌائڻ.

نون اڀرندڙ ۽ سگهارن واپارين کي نون ڌنڌن بابت ڄاڻ ۽ هنر ڏيڻ جيئن هو پنهنجا ڌنڌا چڱي نموني هلائي سگهن.

- صنفي بنياد تي بدل تربيتي ڪتابچا ۽ ٽريننگون شروع ڪرڻ ته جيئن عورتن جي شرڪت کي وڌائي سگهجي.
- اسڪول ۽ ڪاليج ڇڏيندڙ شاگردن لاءِ هڪ موقعو مهيا ڪرڻ ته جيئن هو ڪمپيوٽر جي تربيت وٺي سگهن.
- سيڊس اسٽاف جي شعوري سگهه وڌائڻ لاءِ وقت بوقت تربيت ڪارن جي تربيت جو بندوبست ڪرڻ.

## مددي ڪتاب

- Collected Works of Dr. A. T. Ariyaratne Volumes: i,ii,iii,iv,v,vi,vii

Apostle of Peace: A Narrative by Premil Ratnayake

Schumacher Lectures on Buddhist Economy;Dr. A. T. Ariyaratne

# خاڪو پهريون



سروودايا شرمدانا
سوسائٽي
ٻار
7 - 14 سالن
جي عمر جا ٻار
فيس 1 روپيو
هر سال
نوجوان
14 - 25 سالن
جي عمر جا نوجوان
فيس 6 روپيا
هر سال
عام ميمبر
25 سالن کان
مٿي عمر جا ماڻهو
فيس 24 روپيا
هر سال
تاحيات ميمبر
ڪليل رڪنيت
فيس 240 روپيا
سال ۾ هڪ
دفعو
دعوتي ميمبر
اعزازي رڪن
ڪانئن في بدران
عطيا وصول
ڪيا ويندا
7
بزرگن جي
ڪائونسل
دعوتي ميمبرن ۽
عام ميمبرن مان
چونڊيل
18
ايگزيڪيوٽو رڪن
3 ٻار
3 نوجوان
3 مائرون
3 عام رڪن
25 رڪن
ايگزيڪيوٽو
ڪائونسل
سب ڪاميٽي
ايگزيڪيوٽو
ڪاميٽي جا 3
رڪن
روحاني
سماجي
ثقافتي
معاشي
اخلاقي
سياسي
سب ڪاميٽي
ايگزيڪيوٽو
ڪاميٽي جا 3
رڪن

# خاڪو ٻيون


اخلاقيات
دنيا جي ڪميونٽين
جي جاڳرتا
اقتصاديات
سياست
قومي ڪميونٽين
جي جاڳرتا
ڳوٺن- شهرن جي
ڪميونٽين جي جاڳرتا
ثقافت
روحانيت
ڪٽنب جي جاڳرتا
انسان جي شخصي
جاڳرتا
جوڙجڪ

## خاڪو ٽيون


[1] تباهہ ٿيل ڳوٺ
انائيت
نابرابري
غلط عمل
فضول مقابلو
نفرت
[2] سبب
جهالت
غربت
غلط عمل
بيماريون
جمود


[3] اميد
نهٺائي
برابري
سهڪار
چڱو ڳالهائڻ
[4] رستو
سروودیا تصور
روحاني ترقي
ثقافتي ترقي
مقصدوارو عمل

ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني جو عدم تشدد جي پيروڪار هئڻ جو امتحان تڏهن ٿيو، جڏهن روايتي سياستدانن ڪيس پنهنجي راهه ۾ رڪاوٽ سمجهندي قتل ڪرائڻ جو منصوبو رٿيو. اهو ڪم انهن ڪولمبو جي بدنام قاتل 'آيا چوبيءَ' جي هٿان ڪرائڻ پئي چاهيو. انهيءَ رٿا تي عمل ڪرڻ لاءِ هُن ڪولمبو شهر جي هڪ 'ٻڌمت مرڪز' جي چونڊ ڪئي جتي ڊاڪٽر اي. ٽي. آريا رتني ڪي ٻڌمت فلسفي بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻي هئي. هڪ رات پهريائين جڏهن ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني کي انهيءَ رٿا جي خبر پئي ته هو، اڪيلي سِر آياچوبيءَ جي گهر هليو ويو ۽ جڏهن آيا چوبيءَ دروازو کوليو ته ڪيس چيائين ته، 'مان ئي ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني آهيان، جنهن کي تون سڀاڻي ٻُڌمت مرڪز ۾ قتل ڪرڻ چاهين ٿو. مان نٿو چاهيان ته مون جهڙي گنهگار پيئوءَ جي رت سان ٻُڌمت مرڪز جهڙو اعليٰ، پاڪ ۽ پوتر سڪيا مرڪز خراب ٿئي، انهي لاءِ منهنجي گذارش آهي ته تون مون کي هتي ئي ختم ڪر. منهنجو هي فيصلو بلڪل رضاڪارانه آهي.'

جڏهن آياچوبيءَ، ڊاڪٽر اي. ٽي. آريارتني جا اهي لفظ ٻُڌا ته ڪيس چيائين، 'سائين، مان توهان کي قتل نٿو ڪري سگهان.'

[ڪئٿرين انگرام جي ڪتاب، ' گانڌيءَ جي راهه جا پانڌيئڙا' تان کنيو ويو]



Trust for Rural Development [TRD]
*C-73, GMB Colony, Main Qasimabad Road, Qasimabad,*
*Hyderabad, Sindh, Pakistan. Ph.92-221-655 021*
*E.Mail:trd@hyd.paknet.com.pk & trdsindh@yahoo.com*

# پڙهندڙ نسُل ۔ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڪَن، چپائيندڙن ۽ چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز عِلمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڇاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)